پهريون ڇاپو: 2010ع
ڪتاب جو نالو: سنڌيڪا سنڌي گرامر
ليکڪ: دادا سنڌي
ڇپيندڙ: آزاد ڪميونيڪيشنز ڪراچي
ڇپائيندڙ: سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي

قيمت: =/50 رپيا

**ڊجيٽل ايڊيشن: سنڌ سلامت ڪتاب گهر**
www.sindhsalamat.com

**"SINDHICA SINDHI GRAMMAR"**
By: Dada Sindhi
Published by: Sindhica Academy,
B-24, National Auto Plaza, Marston Road,
Karachi-74400 Phone:021-32737290
www.sindhica.net
Email:sindhica_academy@yahoo.com

**اسٽاڪسٽ**

سنڌيڪا بوڪ شاپ، 19 بلديہ پلازه گھنٽا گھر چوڪ سکر فون: 071-5628368،
سنڌيڪا بوڪ شاب، جتوئي منزل حيدر چوڪ حيدرآباد فون: 03013594679 –
سنڌيڪا بوڪ شاپ، روم نمبر1، مهراڻ هوٽل، اسٽيشن روڊ، لاڙڪاڻو فون: 03468960942
العماد بوڪ سيلرز، اردو بازار، ڪراچي فون: 0212214521 ، 0300-343115
ڪتاب مرڪز فريئر روڊ، عزيز ڪتاب گھر بئراج روڊ، سکر- ڪاٺياواڙ بوڪ اسٽور اردو بازار ڪراچي- سنڌي ادبي بورڊ بوڪ شاپ، تلڪ چاڙهي حيدرآباد- شاهہ لطيف بوڪ شاپ، پٽ شاهہ- عثمانيہ لائبريري، چنيهاڻي ڪنديارو، قاسميہ لائبريري ڪنديارو - نيشنل بوڪ اسٽور، نوراني بوڪ ڊپو بندر روڊ، رابيل ڪتاب گھر اسٽيشن روڊ، رهبر بوڪ اڪيڊمي رابعا سينٽر بندر روڊ لاڙڪاڻو- رحيم ڪتاب گھر مهراڻ چوڪ بدين-جنيد بوڪ اسٽور ۽ رشيد بوڪ اسٽور نئون چوڪ دادو-حافظ بوڪ اسٽور مسجد روڊ، خيرپور ميرس - سعيد بوڪ اسٽور، گل ڪتاب گھر لکي در شڪارپور- المهراڻ ڪتاب گھر، زاهد بوڪ ڊپو، سانگھڙ- سيد ماس ميگا اسٽور، جيڪب آباد- سرتاج ۽ گلزار بوڪ اسٽور، ڪنڌڪوٽ- ميمڻ بوڪ اسٽور، شاهي بازار نوشهروفيروز- ڪنول ڪتاب گھر، مورو- حافظ اينڊ ڪمپني، لياقت مارڪيٽ، نواب شاهہ- ٿر ڪتاب گھر، عمر ڪوٽ- ديدار بوڪ ڊپو، ٽنڊوالهيار- رفعت بوڪ هائوس، ماتلي- مرچو لال پريمي، بدين- مڪتبہ يوسفيہ، ميرپورخاص. فون. 0300-3319565، عطار ڪتاب گھر، بدين، جنيد بوڪ اسٽور، دادو، مهراڻ ڪتاب گھر، عمر ڪوٽ، حافظ ڪتاب گھر، ڪپرو، سنڌ ڪتاب گھر، مورو،

لکپڙهہ ۽ وي پيءَ ذريعي گھرائڻ لاءِ
سنڌيڪا اڪيڊمي
B_24، نيشنل آٽو پلازه مارسٽن روڊ
ڪراچي74400

# سنڌسلامت پاران :

سنڌ سلامت ڪتاب گهر پاران نامياري ليکڪ ۽ محقق **دادا سنڌيءَ** جو لکيل ڪتاب ”**سنڌيڪا سنڌي گرامر**“ اوهان اڳيان آڻي رهيا آهيون.

گرامر، ڪنهن بہ ٻوليءَ جي لکڻ پڙهڻ ۽ ڳالهائڻ جي مقرر طريقي جو نالو آهي. جنهن جي ڄاڻ هجڻ تمام ضروري آهي. گرامر ٻولي جي سونهن ۽ سينگار آهي. افسوس آهي جو موجوده دؤر ۾ اسان جي تعليمي ادارن ۾ گرامر تي گهٽ ڌيان ڏنو وڃي ٿو. اهوئي سبب آهي جو اڄ اسان جو نوجوان پنهنجي پياري زبان جي لکڻ پڙهڻ ۽ ڳالهائڻ ۾ غلطي ڪري ٿو، جيڪو اسان جي ٻوليءَ لاءِ هاڃيڪار آهي. دادا سنڌي نہ فقط ’افسانوي ادب‘ ۽ ’تاريخ جو دادا‘ آهي پر لسانيات جهڙي اوکي مضمون ۾ بہ هو سٺي ڄاڻ رکي ٿو. دادا سنڌي وياڪرڻ جي اصولن ۽ قاعدن قانونن جو بہ وڏو ڄاڻو آهي. هي ڪتاب سنڌي گرامر سکندڙن کي وڏي مدد ڏئي ٿو.

هي ڪتاب **سنڌيڪا اڪيڊميءَ** پاران 2010ع ۾ ڇپايو ويو آهي. ٿورائتا آهيون سنڌيڪا اڪيڊمي جي سرواڻ نور احمد ميمڻ جا جنهن ڪتاب سنڌ سلامت ۾ اپلوڊ ڪرڻ جي اجازت ڏني. مهربانيون محمد قاسم سومري جون جنهن ڪتاب جي ڪمپوز ڪاپي ايميل ڪئي.

**محمد سليمان وساڻ**
مينيجنگ ايڊيٽر (اعزازي)، ڪراچي
سنڌ سلامت ڊاٽ ڪام
sulemanwassan@gmail.com
www.sindhsalamat.com
books.sindhsalamat.com

# فهرست

# گذارش

گرامر، ڪنهن بہ ٻوليءَ جي لکڻ پڙهڻ ۽ ڳالهائڻ جي مقرر طريقي جو نالو آهي. جنهن جي ڄاڻ هجڻ تمام ضروري آهي. گرامر ٻولي جي سونهن ۽ سينگار آهي. گرامر ڪانسواءِ ٻولي ٻُسي ۽ ڦُسي لڳندي آهي. مادري زبان ۾ مهارت رواني، صحيح لهجن ۽ اچارن ڪرڻ لاءِ گرامر جو سکڻ تمام ضروري آهي.

افسوس آهي جو موجوده دؤر اسان جي تعليمي ادارن ۾ گرامر تي گهٽ ڌيان ڏنو وڃي ٿو. اهوئي سبب آهي جو اڄ اسان جو نوجوان پنهنجي پياري زبان جي لکڻ پڙهڻ ۽ ڳالهائڻ ۾ غلطي ڪري ٿو جيڪو اسان جي ٻولي۔(جيڪا اسان جي جيئاپي لاءِ ضروري آهي) لاءِ هاڃيڪار آهي. ان لاءِ ضروري آهي تہ شاگردن کي گرامر جي صحيح ڄاڻ ڏجي. ان ڪري مون سمجهاڻين سان هي گرامر تاليف ڪيو آهي ۽ ٻارن کي پنهنجي ادب سان چاهہ پيدا ڪرڻ لاءِ مون گهٽي ياڳي مثال ادبي نوعيت جا ڏنا آهن.

اُميد آهي تہ استاد ۽ شاگرد ٻيئي هن گرامر کي شوق سان پڙهي پنهنجي ٻولي جي سونهن ۽ سينگار لاءِ ڪوشش ڪندا.

**دادا سنڌي**

25/6/1991

# پيش لفظ

سنڌيڪا سنڌي گرامر ٽيون ڪتاب مون غور سان پڙهيو آهي. آءٌ سمجهندو هوس تہ دادا سنڌي صاحب صرف شاعر ڪهاڻيڪار يا تاريخدان آهي پر سندس هن ڪتاب جي پرهڻ کان پوءِ اهو ميڻو پوندو تہ دادا سنڌي نہ فقط 'افسانوي ادب' ۽ 'تاريخ جو دادا' آهي پر لسانيات جهڙي مشڪ ۽ اوکي مضمون ۾ بہ هو سٺي ڄاڻ رکي ٿو. دادا سنڌي صاحب وياڪرڻ جي اصولن ۽ قاعدن قانونن جو بہ وڏو ڄاڻو آهي.

لسانيات ۾، وياڪرڻ جي علم وارو موضوع، علم رياضيءَ جهڙو حقيقتني مبني ۽ اوکو علم آهي، جنهن ۾ نہ فقط 2+2 چار ٿيندا آهن پر جيئن علم رياضيءَ جو ماهر، پنهنجي موضوع،مضمون ۽ رياضيءَ جي علم جي اثر ڪري مستقل مزاج، ساين سان سچو، سابق قدم ۽ هر حال ۾ حال پائي ۽ همدرد رهندو آهي، تيئن لسانيات جي علم يا لسانيات جي عالم ۾ بہ اهڙيون ئي خوبيون نظر ايندي‌ون آهن، جهڙيون رياضيءَ جي علم يا رياضيءَ جي عالم ۾. جڏهن آءٌ رياضيدار يا لسانيات جي ڪنهن ماهر /ماهرن متعلق سوچي هي لفظ لکي رهيو آهيان تڏهن انهن علمن جن ڪي شخصيتون منهنجي اکين جي سامهون براجمال آهن. انهن شخصيتن مون سان ڏاڍا پال پلايا آهن. ۽ وڏو وڙڪيو آهي. اهي ڏاڍا وڙائتال ثابت ٿيا.

لسانيات جو علم بہ حقيقتن جي ڇنڊڇاڻ ڪرڻ ۾ مدد ڪري ٿو. ٻوليءَ جي پئراگرافن، جملن، لفظن ۽ آواز جي جوڙجڪ، بيهڪ ۽ سٽاءُ اندر پيهي، انهن جي حقيقت بيان ڪري ٿو. انهن آواز جي اُچارجڻ، اُچار ڪرڻ واري هنڌ، لفظن جي صوتي، صرفي ۽ نحوي سٽاءُ ۽ بيهڪ بابت ڪجھ بيان ڪري ٿو. ٻوليءَ ۾ جملن اندر لفظن جي 'ڀڃار' (Introatin)

جي اُتار ۽ چڙهاءُ جي خبر ڏئي ٿو. بهرحال لسانيات، ٻوليءَ جي سٽاءُ، صوتياتي، صرفي ۽ نحوي جوڙجڪ ۽ لفظن جي بيهڪ لاءِ قانونن جي اڀياس جو علم آهي.

ٻولي، انسان ذات جي وجود سان گڏ، پيراتي ۽ وجود ۾ آئي، اُن جي وياڪرڻ جا اصول ۽ قانون بہ ٻوليءَ جي وجود سان گڏ نهندا ويا، جڙندا ويا ۽ مقرر ٿيندا ويا. اهي اصول ڪنهن ماهر ويهي ڪونہ ٺاهيا يا مقرر ڪيا. ماهرن فقط اُنهن جو گهرو اڀياس ڪيو آهي. انهن ڪي لکيو آهي، يعني لکت جي صورت ۾ پيش ڪيو آهي.

ڪي دوست ايئن سمجهندا آهن تہ ٻولين جا وياڪرڻي اصول، قاعدا ۽ قانون پهرين ٺهيا ۽ پوءِ انهن قانونن پٽاندر ٻوليون جُڙيون، اهو صحيح نہ آهي.

ٻوليون، جيئن اڳ ۾ عرض ڪيوويو آهي تہ انسان سان گڏ وجود ۾ آيون ۽وياڪرڻن جا اصول تہ هئا پر انهن کي گهٽو پوءِ لکي، پڌرو ڪيو ويو. هن سلسلي ۾ مهراڻ رسالي ۾ ڇپيل مقالو مطالعو ڪري سگهجي ٿو جنهن جو عنوان آهي: ٻولي، اُن جي ابتدا ۽ اوسر.

هن ڪتاب ۾ محترم دادا سنڌي صاحب اهو ئي ڪم ڪيو آهي، يعني سنڌي ٻوليءَ جي وياڪرڻ تي نئين سر نظر وڌي اٿس. دادا سنڌي صاحب هڪ اهم نقطي طرف اشارو ڪيو آهي. هو لکي ٿو:

> ”جيئن تہ اسان جي سنڌي ٻوليءَ جو گرامر عام طور عربي ۽ فارسي مان ورتو ويو آهي، ان ڪري انهن ٻولين مان جيئن تہ سڀ فعل مصدر مان نڪرن ٿا، اهڙيءَ طرح سنڌي ٻوليءَ ۾ بہ مصدر کي ڏاتو يا بنياد بنايو ويو آهي، پر سنڌي ٻوليءَ ۾ هر فعل جو ڌاتو امر حال واحد آهي.“

هن موضوع تي ‘سنڌي ٻوليءَ جو ڪتاب اڀياس’ ڪتاب ۾ تفصيل سان بحث ڪيو ويو آهي.

اسان جي مانوارن وياڪرڻين، جيئن دادا سنڌي صاحب فرمايو آهي، عربي ۽ فارسي وياڪرڻن جي بنياد يا زمين تي سنڌي ٻوليءَ جو وياڪرڻ لکيو، جنهن ڪري اهي وياڪرڻ، سنڌي ٻوليءَ جا گهٽ ۽

فارسيءَ جا زياده ٿا لڳن. دادا سنڌي صاحب مبارڪن جو مستحق آهي جو هن سنڌي ٻوليءَ جيوياڪرڻ تي نئين نظر سان، جديد لسانيات جي اصولن پٽاندر، روشني وڌي آهي. ’سنڌيڪا سنڌي گرامر‘ لکيو آهي. هن سلسلي ۾ هن، امر ۽ اُن جي وصف، مصدر جي وصف، امر جا قسم، زمان، زمانن جا بنياد ۽ زمانن جو چارٽ ڏنو آهي ۽ ڪردنتن تي روشني وجهي، نہ صرف وياڪرڻ جي شائقن جو ڌيان ڇڪايو آهي، پر وياڪرڻ واري علم جي ماهرن کي، سنڌ ٻوليءَ جي وياڪرڻ کي، نئين سر لکڻ لاءِ آڀاريو آهي.

هي ڪتاب، بيشڪ آهي تہ ننڍڙو پر منهنجي نظر ۾ املهہ آهي ۽ نون نقطن سان ڀريل آهي، اُميد اٿم تہ سنڌي زبان جا ڄاڻو ۽ وياڪرڻي، دادا سنڌي صاحب جي محنت جو قدر ڪندا.

سنڌي زبان جو فدائي
**غلام علي الانا**

حيدرآباد
16-5-1991ع

# اکر-لفظ-جملو

پيارا ٻارو! اسين روزاني زندگي ۾ هڪ ٻئي سان ڳالهائڻ لاءِ ڪيترائي اکر، لفظ ۽ جملا ڪم آڻيندا آهيون ۽ پنهنجي گفتگو جو مطلب ٻئي ڪي ڪولي ٻڌائيندا آهيون. اڄ اچو تہ انهن شين تي ويچار ڪريون تہ اهي اکر، لفظ ۽ جملا ڇا آهن ۽ ڪيئن ٺهن ٿا.

**مثال:** ... الطاف خط لِکي ٿو.

هي هڪ جملو آهي، جيڪو ڇئن لفظن جو ميلاپ آهي ۽ هر هڪ لفظ وري اکرن جو ميلاپ آهي. لفظ آهن الطاف - خط - لکي - ٿو ۽ اکر ڌار ڌار آهن ا ل ط ا ف، خ ط، ل ک ي، ٿ و.

ظاهر ٿيو تہ هر جملي لاءِ لفظن ۽ هر لفظ لاءِ اکرن جو هجڻ ضروري آهي. هاڻي اچو تہ انهن ٽنهي اڪائين کي چڱي طرح سمجهون.

## 1_ اکر:

ٻارو! اکر ٻولي جو بنيادي جزو آهي. جيڪو آواز جي شڪل ۾ وات مان نڪري ٿو. يعني هر آواز لاءِ، ٻولي ۾ مقرر ٿيل، نشاني کي اکر چئبو آهي.

**مثال:** ... اَن. هڪ آواز آهي جيڪو ٻن آوازي نِشانين ا ۽ ن تي مشتمل آهي.

هر ٻولي ۾، اکرن جو تعداد ڌار ڌار هوندو آهي. سِنڌي ۾ اکرن جو تعداد 52 آهي جنهن کي الفابيٽ چئبو آهي.

## 2_ لفظ:

اکر ڪانپوءِ لفظ آهي. لفظ، اکرن جي ميلاپ کي چئبو آهي.
يعني ٻه يا ٻن کان وڌيڪ، اکر ملن ۽ ان مان ڪنهن شئي جو
نالو مطلب ۽ ڪو لاڳاپو ظاهر ٿئي ته ان کي اکر چئبو آهي.

**مثال:** پَن- ڪَنَ- ڪچرو

مٿيان لفظ ٻن ۽ ٽن اکرن پ ۽ ن، ڪ ۽ ن، ڪ-چ-ر ۽ و جا ميلاپ
آهن، جن مان شين جا نالا ظاهر ٿين ٿا.
وڌيڪ مِثال: چڱو-پين-اسڪول-ڪٽ-انب-بيماري وغيره.

## 3_ جملو:

ٻه يا ٻن کان وڌيڪ لفظ جڏهن پاڻ ۾ ملن ۽ ان مان پورو مطلب
نڪري ته لفظن جي ان ميلاپ کي جملو چئبو آهي.

**مِثال:** مشتاق ماني کائي ٿو

مٿيون جملو چئن لفظن، مشتاق- ماني- کائي- ٿو جو مجموعو
آهي.

هت هيءَ ڳالهه ياد رکڻ گهرجي ته اهي لفظ جملو ٺاهيندا آهن،
جيڪي ترتيب سان رکيل هوندا آهن ۽ انهن مان صحيح ۽ پورو مطلب
نڪرندو هجي. جيڪڏهن لفظ ترتيب سان نه رکيل هوندا ته جملو نه
ٺهندو.

**مثال:** خط-الطاف-ٿو-لکي يا کائي-مشتاق-ماني- ٿو

ته هي جملا غلط ٿيندا. ڇو ته اڳيون ماٿهو پورو مطلب سمجهي نه
سگهندو

# مشق

1ـ اکر ڇا کي چئجي؟
2ـ سنڌي ٻولي ۾ ڪيترا اکر آهن؟
3ـ ڪي ٻه ڏهه اکر لکو؟
4ـ لفظ ڇاکي چئبو آهي؟
5ـ لفظ ڇا مان ٺهندا آهن؟
6ـ ڪي ٻه ڏهه لفظ لکو؟
7ـ جملو ڇاکي چئبو آهي؟
8ـ جملا ڇا مان ٺهندا آهن؟
9ـ ڪي ٻه پنج جملا لکو؟
10ـ هيٺين اکرن مان لفظ ٺاهيو؟
پ ـ ڪ ـ م ـ ي ـ هه ـ ن ـ ڳ ـ و ـ د ـ ل ـ ت ـ ا ـ ر ـ و ـ ش ـ ج ـ ڏ ـ ق ـ ڙ
11ـ هيٺ ڪي لفظ ڏجن ٿا. انهن مان جيترا گهڻا لفظ ٺهي سگهن سي ٺاهيو؟
سنڌونديـ مهربانيـ بلندي
12ـ هيٺين لفظن مان جملا ٺاهيو؟
باباـ ڏهيـ ٻڍئونـ سويرـ ٿوـ اسڪولـ ٿيلهوـ پاءُـ روزـ ويندوـ ڪتابنـ ٿوـ جوـ منهنجوـ ڪٽيـ آهيـ ڪيرـ ٿئيـ اڇوـ ٿوـ رنگـ جو
13ـ لفظن کي ترتيب ڏيئي جملا ٺاهيو؟
1ـ جوـ شاههـ لطيفـ آهيـ سنڌـ شاعر
2ـ صبحـ ڪرڻـ ۾ فائدوـ ڪسرتـ جوـ آهي
3ـ ادبـ جوـ وڏنـ ڪرڻـ گهرجي
4ـ ڪوڙـ آهيـ ڪنيـ ڳالهائڻـ عادت

# ڳالهائڻ جا لفظ

ٻارو! اوهان اڳ سکي آيا آهيو تہ ڳالهائڻ جا بنيادي جزا اکر، لفظ ۽ جملا آهن. اسين روزانو اهڙا اکر ۽ لفظ ڳالهائيندا آهيون. جيڪي ٻولي جي قاعدن موجب، ڌار ڌار قسمن ۽ جُزن ۾ ورهايل هوندا آهن.

اسان کي هت اِهو سکڻو آهي تہ، اهي لفظ ڪهڙن جدا جدا ، جزن يا قسمن ۾ ورهايل آهن. ٻولي جي قاعدي مطابق اُهي قسم اَٺ آهن.

1_ **اسم**

2_ **ضمير**

3_ **صفت**

4_ **فعل**

5_ **ظرف**

6_ **حرف جر**

7_ **حرف جملو**

8_ **حرف نِدا**

هاڻي هيٺ انهن جون وصفون ۽ مثال ڏئي کولي سمجهائجي ٿو.

# اِسم

ٻارو! اسم نالي کي چئبو آهي. پوءِ اهو نالو ڪنهن جو بہ ڪٿي هجي. ان کي سمجهڻ لاءِ هيٺيان جملا غور سان پڙهو.

1- نسيمہ ۽ جميلا چانھ پيون پيئن.
2- اياز ڪتاب ۾ پين ورتي.
3- اڄ عمر اسڪول ۾ ڪونہ آيو.
4- مسجد ۾ مسلمان نماز پڙهندا آهن.
5- هندو روزانو مندر ۾ ويندا آهن.
6- اسٽيشن تي هل.
7- پٽيءَ تي قلم سان ۽ سليٽ تي پيني سان لک.
8- طوطو، مور ۽ جهرڪي باغ ۾ آهن
9- گهوڙو گڏھ کان وڏو آهي.
10- ڪانءُ ڪارو پکي آهي.
11- نانگ، وڇون ۽ ڏينيو ڏنگين ٿا.
12- انگور ۽ ڪيلو مونکي وڻن ٿا.
13- بيماري ۽ صحت انسان لاءِ آهن.
14- سياڻپ ۽ عقلمندي قدرتي ڏات آهي.
15- پڙهڻ ۽ ترڻ ٻيئي ضروري آهن.
16- ڪيڏڻ ۾ مزو آهي.

ٻارو! اوهان مٿين جملن کي جڏهن غور سان پڙهندا تہ انهن ۾ اوهان کي نالا نظر ايندا. اچو تہ انهن کي ڌار ڌار ڪريون.

(الف) ماڻهن جا نالا: نسيما، جميلا، اياز ۽ عمر.

(ب) ساهوارن جا نالا: طوطو، مور، جهرڪي، ڪانءُ، نانگ، وڇون، ڏينيو، گڏهہ ، گهوڙو.

(ث) شين جا نالا: چانهہ ، ڪتاب، پين، پٽي، قلم، سليٽ، پيني، انگور، ڪيلو.

(ج) ڪمن جا نالا: پڙهڻ، ترڻ، وڙهڻ، ڪيڏڻ.

(د) حالتن جا نالا: تندرستي، بيماري.

(ر) خاصيتن جا نالا: سياڻپ، عقلمندي.

ظاهر ٿيو تہ اسم اهو لفظ آهي. جيڪو جملي ۾ ماڻهن ساهوارن، شين، ڪمن، حالتن ۽ خاصيتن جو نالو هجي.

## اسم جو چارٽ

### ماڻهن جا نالا

ڪمال، انور، اڪبر، فهيم، نديم، نسرين، جميلہ، اختر، ڪريم وغيره.

### شين جا نالا

انب، انگور، ريوڙيون، پڳڙا، ڪٽ، دري، پين ، سليٽ، ڪتاب وغيره.

### جاين جا نالا

باغ، ٽاٽو جبل، اسٽيشن،اسڪول، مسجد، ديول، اسپتال، مسافرخانو وغيره.

### ڪمن جا نالا

وبهڻ، ترڻ، پڙهڻ، رُلڻ، ڪائڻ، ڪيڏڻ وغيره.

### حالتن جا نالا

شاهوڪاري، اميري، فقيري، بادشاهي، بهادري وغيره.

## خاصيتن جا نالا

چڱائي، برائي، هوشياري، ساوڪ، ساواڻ، اڇاڻ، سادگي وغيره.

## مشق

1ـ اِسم جي وصف ٻڌايو؟

2ـ هيٺين جملن مان اسم چونڊيو؟

1) رجب ، خانو ۽ جانو ڪاٺيون ڪريو
2) سپاهي جو گهوڙو اٺ ڪان به تکو آهي
3) اڄ مسافرخاني ۾ گهڻا ماڻهو آهن؟
4) پيرون ۽ پسي ڳوٺن ۾ هلي ڏس!
5) ڪيسي ۾ پينسل رک!
6) هوشو بهادري سان وڙهيو.
7) چريائپ ۾ انسان تي ميار نه آهي.
8) اميري ۾ الله کي ياد رک، غريبي ۾ خدا کي ياد ڪر!
9) بيچڙائي نه ڪر!
10) دشمن سان به چڱائي ڪرڻ گهرجي.

# ضمير

روزانو اسين پنھنجي ڳالھ ٻولھ ۾ اسم جا لفظ وري وري ڪم آڻيون ٿا.

**مثال:**...

1- اختر آفيس آيو پر اختر موٽي ويو.
2- الطاف، الطاف اچ تہ سکر هلون.
3- پينسل، پينسل مون وٽ هئي، پينسل پيڻ ڪٽي ويئي.
4- ڪتاب، ڪتاب تو لکيو، ڪتاب مون پڙهيو آهي.

ٻارو، جيڪڏهن مٿين جملن تي غور ڪندؤ تہ، معلوم ٿيندو تہ، ڪيترائي اسم وري وري ڪم آيا آهن. ان ڪري جملا سھڻا نہ ٿا لڳن. جملن کي سھڻي بنائڻ ۽ ٻولي کي سونھن وٺائڻ لاءِ انھن اسمن جي بدران ڪي ٻيا لفظ ڪم آندا ويا آهن، جن کي گرامر ۾ ضمير چئبو آهي.
هاڻي، هيٺ ڏسو انھن جملن ۾ ضمير وجھون ٿا. ڏسو تہ جملا ڪھڙا نہ سھڻا ٿا لڳن.

1- اختر آفيس آيو پر هو موٽي ويو.
2- الطاف! تون اچ تہ سکر هلون.
3- پينسل جيڪا مون وٽ هئي سا پيڻ ڪٽي ويئي.
4- ڪتاب جيڪو تو لکيو، سو مون پڙهيو.

اوهان ڏسندا تہ مٿين جملن ۾ ”هو“ ٻئي ۾ ”تون“ ٽئين ۾ جيڪا ”سا“ ۽ چوٿين ۾ ”جيڪو“ ”سو“ اهڙا لفظ آهن جيڪي اسمن جي بدران ڪم آيا آهن. اِن ڪري صاف ظاهر ٿيو تہ ”ضمير“ اهو لفظ آهي جيڪو جملي ۾ اسم جي بدران ڪم اچي.

# ضميرجو چارٽ

خود، پاڻ، تنهن، پنڊ، ڪير، ڪهڙو هو اهي، اهو انهن، وغيره

| چا۔ ڪچاڙو۔ جو۔ جا۔ جي۔ جيڪو۔ جيڪا۔ سو ۔ سا۔ سي۔ تنهن۔ تن۔ ڪي۔ جا۔ ڪو۔ وغيره. | هنن۔هن۔هي۔هو۔اوهين۔ توهان۔توهين۔تون۔اسان۔ اسين۔مون۔ان۔آءٌ |
|---|---|

## مشق

1۔ ضمير ڇا کي چئجي؟

2۔ ڪي ٻه پنج ضمير جا لفظ ٻڌايو.

3۔ هيٺين جملن مان اسم ڪڍي ضمير وجهو.

1) گُلو آيو پر گُلو موٽي ويو.

2) تو ڳالهه ڪئي، ڳالهه مون ٻڌي.

3) انب، انب مٺو آهي.

4) رياض اندر آهي.

5) آئون ڪالهه پين وٽي آيو هوس، پين پڇي پئي.

4۔ هيٺين جملن مان ضمير چونڊيو.

1) تو پڙهيو مون ڪٽيو ڪاڏو.

2) هي مضمون مون پاڻ لکيو آهي.

3) هنن اِها ڳالهه خود مون کي ٻڌائي.

4) ڪڇاڙو ڪهاڻءُ تو کي معلوم سپ ڪي

5) اڄ ڪير تو ڪنهن کي پُڇي!

6) جيڪي توهان چيو سو اسان ٻڌو.

# صِفت

صِفت جي معنيٰ آهي ساراھہ واکاڻ، تعريف.

جڏهن اسان ڪي ڪا شيءِ وڻندي يا نہ وڻندي آهي تہ اسان ان شيءِ جي ڳڻيان ان جي وڻڻ يا نہ وڻڻ جو لفظ ڪم آڻيندا آهيون. يا اهڙو لفظ ڪم آڻيندا آهيون جيڪو ان ڪي ڪولي ظاهر ڪري ۽ اها شئي ضرور اسم يا اسم جي بدران ڪم ايندڙ لفظ (ضمير) هوندو. اچو تہ ان ڪي چڱي طرح سمجهون.

1- هوشيار ڇوڪر پڙهي ٿو.
2- منڊو گهوڙو بيٺو آهي.
3- ڪتو انب ڪٽي اچ.
4- فقير کي ٻہ روپيا ڏي.
5- ٽيون شاگرد هيڏانهن اچي.
6- شڪارپوري آچار وٺ.
7- اوٻاوڙائي پيڙا کاءُ
8- عالم ڇنو ڍگهو آهي.
9- ننڍو ڇوڪر وڏو وات.

هنن جملن ۾ هوشيار لفظ ڇوڪر جو گُڻ ڏيکاري ٿو. "ڪتو" لفظ انب جو عيب ظاهر ڪري ٿو. ٻہ لفظ روپين جو انداز ڏيکاري ٿو. "شڪارپوري" آچار جو قسم ڏيکاري ٿو. "ٽيون" لفظ شاگرد جو نمبر يا عدد ڏيکاري ٿو. "ڍگهو" لفظ عالم ڇني جو قد ڏيکاري ٿو. "ننڍو" لفظ ڇوڪر جو ۽ "وڏو" لفظ وات جو مقدار ڏيکاري ٿو.

هاڻي صاف ظاهر ٿيو تہ ”صفت“ اهو لفظ آهي، جيڪو جملي ۾ اسم يا ضمير جو گڻ، اوگڻ، انداز، مقدار، قسم ۽ تعداد ڏيکاري.

نوٽ: جڏهن جملي ۾ اسم جي بدران ضمير اچي تہ صفت انجي بہ ساڳي طرح وضاحت ڪندي آهي.

## صِفت جو چارٽ

| 1۔ گڻ ڏيکاريندڙ لفظ | 2۔ اوگڻ ڏيکاريندڙ لفظ |
|---|---|
| ڀلو۔سٺو۔بهترين۔مِٺو۔تکو۔چالاڪ۔هوشيار۔بهادر۔سچار۔چڱو۔وغيره | ڏِڌو۔مَٺو۔خراب۔ڪمتر۔سُڌو۔رول۔ڪنو۔چريو۔سُست۔موڳو۔وغيره |
| 3۔ قِسم ڏيکاريندڙ لفظ | 4۔ انداز ڏيکاريندڙ لفظ |
| پهاڙي۔شڪارپوري سرحدي۔پاڪستاني۔ ساڪرو۔اباوڙائي۔ميرپوري | ڏهہ۔پندرهن۔ويهہ۔سؤ۔هزار۔اڌ۔منو۔سوا۔چوٿو۔وغيره |
| 5۔ مقدار ڏيکاريندڙ لفظ | |
| وڏو۔ڊگهو۔بندرو۔ننڍو۔ٿلهو۔اوچو۔اتاهون۔ويڪرو۔سوڙهو۔وغيره | |

## مشق

1۔ صفت ڇاکي چئجي؟
2۔ گڻ ڏيکاريندڙ پنج لفظ ٻڌايو؟
3۔ اوگڻ ڏيکاريندڙ پنج لفظ ٻڌايو؟
4۔ قسم ڏيکاريندڙ پنج لفظ ٻڌايو؟
5۔ مقدار ڏيکاريندڙ پنج لفظ ٻڌايو؟
6۔ هيٺين اسمن جي پُٺيان صفت وجهو؟

گڏھ۔اُٺ۔گدرو۔ڪپ۔ڪتاب۔سَليٽ۔ٻار۔شينهن۔
استاد۔شاگرد

7۔ هيٺيون صِفتون اسمن سان لڳايو.
خراب۔ڪنو۔طوطاپوري۔سنڌي۔گجراتي۔ٽيون۔بندرو۔
اَٺ۔ٽيھ۔پنجاھ

8۔ هيٺين جملن مان صفتون چونڊيو
1) ٻچڙو ڪتو ڏاڍي پٽائي.
2) نيڪ نوڪر مالڪ جي سونهن.
3) مونکي پنجاھ روپيا گھرجن.
4) اٺون گھوڙو ڏيرو آهي.
5) مهربان ماءُ ۽ صالح پُٽ ڏس.
6) سدورو ٻار پينگهي ۾ پٽرو.
7) سلو انگورون پَلو.
8) ڪني آڱر وڍي چڱي.

# فعل

ٻارو، فعل جي معنيٰ ”ڪم“ آهي. پوءِ اهو ڪهڙو به ڪم هجي. فعل جملي ۾، اهو ڏيکاريندو آهي ته اسم يا ضمير ڪهڙو ڪم ڪن ٿا. اچو ته ان کي سمجهون.

1- اياز لکي ٿو.
2- ڪاسائي ٻڪر ڪُٺو.
3- هِن ڪتاب پڙهيو.
4- مون کي ٻه پائر آهن.
5- اسان راند ڪئي.
6- شاگرد نانگ ماريو.
7- بورچي کير ڪاڙهيو.
8- لوهه ڪٽجي ٿو.
9- مونکي سيءُ ٿئي ٿو.

هنن جملن ۾ ڏسندا ته ’اياز‘ لکڻ جو ڪم ڪري ٿو. ’ڪاسائي‘ ڪهڻ جو ڪم ڪري ٿو. ’هن‘ ڪتاب پڙهڻ جو ڪم ڪيو. ’آهن‘ پائرن جي هجڻ ڏانهن اشارو ڪري ٿو. ’ڪئي‘ راند ڪرڻ ڏانهن اشارو ڪري ٿو. ’ماريو‘ نانگ مارڻ ڏانهن اشارو ڪري ٿو. ’ڪاڙهيو‘ ڪاڙهڻ يعني سَهڻ جي ڪم ڏانهن اشارو ڪري ٿو. ’ڪٽجي ٿو‘ ڪٽڻ يعني سهڻ ڏانهن اشارو ڪري ٿو. ’ٿئي ٿو‘ ٿيڻ جي ڪم ڏانهن اشارو ڪري ٿو.

هاڻي اسان هيئن چونداسون ته فعل اهو لفظ آهي. جيڪو جملي ۾ ڪرڻ، پوڻ، ٿيڻ،هئڻ ۽ سهڻ جي معنيٰ ڏيکاري.

ٻارو، فعل کانسواءِ جملو اڻپورو هوندو آهي ۽ واضح به نه هوندو آهي.

**مثال:**

اسان چئون تہ ڪمال خط.......... تہ ھي جملو اڌورو ٿيندو. پر جيڪڏھن چونداسون تہ ڪمال خط لکي پيو تہ جملو واضح ٿيندو. يعني فعل کانسواءِ جملو اڌورو ھوندو آھي.

## فعل جو چارٽ

| 2۔ پوڻ ۽ ٿيڻ جي معنيٰ وارا لفظ | 1۔ ڪرڻ جي معنيٰ وارا لفظ |
| --- | --- |
| پيو۔ پئي۔ پوندو۔ ٿئي ٿو۔ ٿيو ٿي ۔ ٿيندو۔ وغيره | ڊوڙيو۔ ويو۔ ٽُٽو۔ اٿيو۔ وينو۔ گھميو۔ ڦريو۔ چڙھيو۔ سمجھيو۔ ڊنو۔ وغيره |
| 4۔ سَھڻ جي معنيٰ وارا لفظ | 3۔ ھئڻ جي معنيٰ وارا لفظ |
| ڪٽيو۔ وڍيو۔ چيريو۔ ڏاريو۔ ڦاڙيو۔ ڪاڙھيو۔ ماريو۔ لکيو۔ وغيره | آھي۔ ھوندو۔ ھيو۔ ھجي۔ ھو۔ وغيره |

### مشق

1۔ فعل ڇا کي چئجي؟

-2 ھيٺين جملن مان فعل چونڊيو.

1) مشتاق راند ڪئي.

2) اسان سبق ياد ڪريون پيا.

3) پينگھو لوڏجي ٿو.

4) مان خط لکيو.

5) پٽيوالي گھنڊ وڄايو.

6) پيٽ ۾ مَس آھي.

7) دروازو بند هو ۽ دري کليل هئي.
8) انهن ماني کاڌي.
9) اسڪول ڪڏهن کلندو؟
10) امڙ لَسي ولوڙي مکڻ ڪڍيو.
11) بورچي کان ماني پچرائي ويئي.

3۔ هيٺيان فعل جملن ۾ ڪم آڻيو.

ڪيو آهي-ڊوڙيو-پڙهان ٿو-پيتو-ويو-ماريان ٿو-ڪري ڪٿو-ياد ڪيو

# ظرف

ظرف جي معنيٰ آهي، ماپويا ٿانءُ، هي لفظ جملي ۾ فعل بابت وڌيڪ خبر ڏيندو آهي ۽ فعل سان لاڳاپو ڏيکاريندڙ آهي. هن کي سمجهڻ لاءِ هيٺيان جملا پڙهو.

1- رياض هينئر آيو آهي.
2- مشتاق مٿي آهي.
3- مونکي چانهه نہ گهرجي.
4- گهوڙو ڍلو هلي ٿو.
5- انور ٿورو ڳالهايو.

مٿين جملن ۾ هيٺين لفظن کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪريون ٿا.

1_ هينئر، وقت جي معنيٰ ڏيکاري ٿو.
2_ مٿي، جاءِ جي معنيٰ ڏيکاري ٿو.
3_ نہ، انڪار جي معنيٰ ڏيکاري ٿو.
4_ ڍلو، ريت جي معنيٰ ڏيکاري ٿو.
5_ ٿورو، قدر جي معنيٰ ڏيکاري ٿو.

هي لفظ فعل سان لڳن ٿا ان جي وضاحت ڪن ٿا. ان ڪري هنن لفظن کي ظرف چئبو. اجان بہ ظرف کي وڌيڪ سمجهڻ لاءِ هي جملا پڙهو.

1- ڪتو انب نہ وڍ.
2- منڊو ماڻهو آهستي آهستي هلي ٿو.
3- مان اڄ ڪونہ ايندس.

4- ٻاهر نہ وڃ.

مٿين جملن ۾ ظرف جو لاڳاپو فعل کان سواءِ ٻين لفظن سان بہ آهي. ڏسو ۽ سمجهو.

1_ ”نہ“ ظرف آهي، جنهن جو واسطو ڪٿو صفت سان آهي.
2_ ”آهستي آهستي“ ظرف آهي، جنهن جو واسطو منڊ وصفت سان آهي.
3_ ”ڪونہ“ ظرف آهي، جنهن جو واسطو اچ ظرف سان آهي.
4_ ”نہ“ ظرف آهي، جنهن جو واسطو ٻاهر ظرف سان آهي.

هن مان ظاهر ٿيو تہ، ظرف اهو لفظ آهي جيڪو جملي ۾ فعل، صفت ۽ ٻئي ظرف سان لڳي. ريت، قدر، وقت، جاءِ ۽ انڪار جي معنيٰ ڏيکاري.

## ظرف جو چارٽ

| 1_ ريت ۽ قدر وارا لفظ | 2_ وقت وارا لفظ |
|---|---|
| ڍلو_ ڏاڍو_ مس مس_ هرويرو_ تمام_ اجائي_ ڏاڍيان_ ٿورو_ گهڻو_ هوريان_ دليئون_هزرئون —وغيره. | اڳ_ پوءِ_ اڄ_ ڪالهہ_ سڀاڻي_ هينئر_ نيٺ_ اجان_ ٻيهر_ وري _ڏهاڙي_ سدائين_ ڪڏهون_ مهيني_ سرمهيني_ سال بہ سال_ هيڪر_ پرينهن_ وغيره. |
| 3_ جاءِ وارا لفظ | 4_ انڪار وارا لفظ |
| هيٺ_مٿي_اندر_ٻاهر_جت ڪٿ_هت_هُت_نت_جيڏي ڪيڏي_تيڏي_وغيره. | مَ_ڪين_ڪونہ_ڪانہ_نہ_ ڪيم_وغيره. |

# مشق

1۔ ظرف ڇاکي چئجي؟
2۔ اهڙا پنج لفظ ٻڌايو جنهن مان وقت جي معنيٰ نڪري.
3۔ اهڙا پنج ظرف جا لفظ ٻڌايو. جنهن مان جاءِ جي معنيٰ نڪري.
4۔ اهڙا پنج ظرف جا لفظ ٻڌايو جنهن مان ريت ۽ قدر جي معنيٰ نڪري.
5۔ اهڙا پنج ظرف جا لفظ ٻڌايو جنهن مان انڪار جي معنيٰ نڪري.
6۔ هيٺين جملن مان ظرف چونڊيو.
1) رياض ڏاڍيان ڳالهائيندو آهي.
2) مان صبحاڻي سکر ويندس.
3) مون ڪي تنهنجا ڪتاب نہ گهرجن.
4) مَر رو، مَر رڙ ڪي، مَر ڪي هنجون هَار.
5) متي ڪانءُ لنوي ٿو.
6) هِتي هتي نہ رُل
7۔ هيٺيان ظرف جا لفظ جملن ۾ ڪم آڻيو.
ڪين۔ڍلو۔جيڏانهن ڪيڏانهن۔اجهو۔پرين

# حرف جر

اسان روزانو اهڙا لفظ ڳالهائيندا آهيون، جيڪي هڪ اسم يا ضمير جي پٺيان اچي، ٻئي اسم يا ضمير سان انجو لاڳاپو ڏيکاريندا آهن. هي جملا پڙهو.

1- ڪيسي ۾ قلم آهي.
2- مان توسان گڏجي هلندس.
3- مون وٽ ڪتاب آهي.
4- تو بنا منهنجو ٻيو ڪير آهي.
5- ميز تي عينڪ رکي آهي.

هنن جملن تي غور ڪندا تہ ڏسندا تہ پهرين جملي ۾ ڪيسي ۾ قلم جو تعلق ۾، ٻئي جملي ۾ ”مان“ ۽ ”تو“ ضمير جو تعلق ”سان“، ٽئين جملي ۾ ”ڪتاب“ جو تعلق ”وٽ“ ـ چوٿين جملي ۾ ”تو“ ۽ ”منهنجو“ ضمير جو تعلق ”بنا“ ۽ پنجين جملي ۾ ”ميز“ ۽ ”عينڪ“ جو تعلق ”تي“، لفظ ظاهر ڪن ٿا. يعني: لفظ ”۾“، ”سان“، ”وٽ“ ”بنا“ ۽ ”تي“ هڪ شيءِ جو تعلق ٻي سان ڏيکارين ٿا. هي سيئي لفظ حرف جر آهن. جر جي معنيٰ آهي ڇڪڻ يا ڪشش ڪرڻ ـ ياد رکو تہ گرامر جا اهڙا لفظ، جيڪي هڪ اسم يا ضمير جي پٺيان اچي، ٻئي اسم يا ضمير سان، انجو تعلق ڏيکارين ۽ جملي جو صحيح مطلب ظاهر ڪن، تن کي حرف جر چئبو آهي.

جو-سندو-ڪي-تي-۾-ڏي-ڪري-منجهہ-ڪان-وٽ-مٿي-سوڌو-پر-لاڪر-منجهان-ڏاران-تان-منجهون

## مشق

1- حرف جر ڇاکي چئجي؟

2- حرف جر جا پنج لفظ ٻڌايو؟

3- هيٺين جملن مان حرف جر چونڊيو؟

1) هو مرگهي وگهي مري ويو.

2) منهنجي ڪري توکي تڪليف پهتي.

3) رياض کي ڪتاب ڏي.

4) ميز تي ٽوپي رک.

5) چمچي سان کير پيءُ.

6) حوض منجهہ پٿر نہ اڇل.

4- هيٺيان حرف جر جا لفظ جملن ۾ ڪم آڻيو؟

ڪي-پر-لاءِ-سان

# حرف جُملو

اسين روزانو اهڙا جملا ڳالهائيندا آهيون، جيڪي پاڻ ۾ ڳنڍيل يا ڏار ڏار ٿيل هوندا آهن. ٻولي ۾، ٻن جملن، ٻن لفظن ۽ جملي جي ٻن ڀاڱن کي ڳنڍڻ يا ڏار ڪرڻ لاءِ ڪي مقرر لفظ هوندا آهن. جن کي حرف جملو چئبو آهي. حرف جملي جي معنيٰ آهي جوڙڻ.

هن کي سمجهڻ لاءِ هيٺيان جملا پڙهو

1- الطاف ۽ مشتاق سڳا ڀائر آهن.
2- گهوڙو يا گڏھ گاھ کٽندا آهن.
3- رياض! تون پاس ٿيندين، بشرطيڪ محنت ڪندين.
4- مان آيو هوس پر تون ڪونہ هئين.
5- تون ناراض ٿئين ڇاڪاڻ تہ مون سچ چيو.

پهرين جملي ۾ "۽" حرف جملو آهي. جيڪو الطاف ۽ مشتاق کي پاڻ ۾ ڳنڍي ٿو. ٻئي جملي ۾ "يا" حرف جملو آهي جيڪو گهوڙي ۽ گڏھ اسمن کي پاڻ ۾ ملائي ٿو. ٽئين جملي ۾ "بشرطيڪ" حرف جملو آهي جيڪو جملي جي ٻن ڀاڱن "رياض تون پاس ٿيندين" ۽ "محنت ڪندين" کي پاڻ ۾ ڳنڍي ٿو. چوٿين جملي ۾ "پر" حرف جملو آهي. جيڪو جملي جي ٻن ڀاڱن "مان آيو هوس" ۽ "تون ڪونہ هئين" کي پاڻ ۾ ڳنڍي ٿو. پنجين جملي ۾ "ڇاڪاڻ تہ" حرف جملو آهي، جيڪو جملي جي ٻن ڀاڱن "تون ناراض ٿئين" ۽ "مون سچ چيو" کي ڳنڍي ٿو.

ياد رکو تہ، اُهي لفظ جيڪي ٻن اسمن ٻن ضميرن ۽ جملي جي ٻن ڀاڱن کي، پاڻ ۾ ڳنڍيين يا ڏار ڪن، تن کي حرف جملو چئبو آهي.

# حرف جملي جو چارٽ

ءِ-يا-جي-پر-پڻ-ته-جي-جيڪڏهن-جيڪر-ڪ-بشرطيڪ-توڙي-توڙي-اگرچه-جيتوڻيڪ-متان-ڇاڪ-ڪر-جيئن.

## مشق

1ـ حرف جملو ڇا کي چئجي؟
2ـ حرف جملي جا پنج لفظ ٻڌايو؟
3ـ هيٺين جملن مان حرف جملو چونڊيو!
1) مان محنت ڪريان ها ته پاس ٿيان هان!
2) مان تو وٽ نه اچي سگهيس ڇو ته بيمار هوس.
3) احمد پڻ تو وٽ آيو هو.
4) هو تو وٽ آيو توڙي جو تون هن کي ڳالهايو.
5) هن سائيڪل تيز هلائي ان ڪري حادثي جو شڪار ٿي پيو.
4ـ هيٺيان لفظ پنهنجن جملن ۾ ڪم آڻيو.
جيڪر-ڇاڪ-جيئن-پڻ-توڙي-جيڪڏهن.

# حرف ندا

اسين ڏک، غم، خوشي، خواهش ۽ سڏ ڪرڻ لاءِ ڪي خاص لفظ ڪم آڻيندا آهيون اچو تہ ڏسون اهي لفظ ڪهڙا آهن. هي جملا پڙهو.

1ـ افسوس! منهنجو گهوڙو مري ويو.
2ـ هاءِ هاءِ! منهنجو ٻٽون گم ٿي ويو.
3ـ او ظفر! هيڏانهن اچ.
4ـ اڙي ڪمال! ڇا ٿو ڪرين.
5ـ شال! وڏي ڄمار ماڻين.
6ـ من! ڪڏهن سُڌري پوي.
7ـ بلي! اڄ تہ سنا ڪپڙا پاتا اٿيئي.
8ـ وچ! مڙس جي آڪڙ تہ ڏِس.
9ـ واهہ واهہ! اڪر تہ ڏاڍا سُنا لکيا اٿيئي.
10ـ هون هون! خيال ڪر.

مٿين جملن پڙهڻ مان معلوم ٿيندو تہ ’افسوس‘ ۽ ’هاءِ هاءِ‘ ارمان ۽ ڏک جو اظهار ڪن ٿا. ’او‘ ۽ ’اڙي‘ سڏ ڪرڻ جي معنا ڏيکارين ٿا. ’شال‘ ۽ ’من‘ خواهش جي معنيٰ ڏيکارين ٿا.

مٿين جملن پڙهڻ مان معلوم ٿيندو تہ ’افسوس‘ ۽ ’هاءِ هاءِ‘ ارمان ۽ ڏک جو اظهار ڪن ٿا. ’او ۽ اڙي‘ سڏ ڪرڻ جي معنيٰ ڏيکارين ٿا. ’شال‘ ۽ ’مَن‘ خواهش جي معنيٰ ڏيکارين ٿا. ’بَلي‘، ’وچ‘ ۽ ’واهہ واهہ‘ خوشيءَ جي معنيٰ ڏيکارين ٿا. ’هون هون‘ ڌڪار ۽ منع جي معنيٰ ظاهر ڪن ٿا.

بس ياد رکو تہ اهڙا لفظ جيڪي جملن کان الڳ بيٺل هجن، جن مان سَڏ، سُڏ، عجب، ارمان، خوشي ۽ دِلي جوش ظاهر ٿئي، ان کي حرف ندا چئبو آهي. ندا جي معنيٰ آهي سَڏ يا دانهن ڪرڻ.

## حرف ندا جو چارٽ

| سُڏ يا خواهش وارا لفظ | سَڏ ڪرڻ وارا لفظ |
| --- | --- |
| شال ـ مَن ـ جيڪر | او ـ ڙي ـ اڙي ـ اي |
| **خوشي وارا لفظ** | **ارمان وارا لفظ** |
| واهہ واهہ ـ بيشڪ بيشڪ ـ بلي ـ اَهَا ـ شاباس | ارمان ـ افسوس ـ هاءِ هاءِ ـ الا ـ مُنيس |
| **حرف ندا جا وڌيڪ لفظ** | |
| هَي ـ هون ـ مَر ـ خيرئي خير ـ متان ـ اَلاجي ـ گهوڙا ڙي ـ الاڙي ـ اباڙي | |

## مشق

1ـ حرف نِدا ڇا کي چئجي؟

2ـ حرف ندا جا پنج لفظ ٻڌايو؟

3ـ هيٺين جملن مان حرف ندا جا لفظ چونڊيو.

-1 واهہ واهہ! تو سُٺي راند ڏيکاري.

-2 شاباس! تون پاس ٿئين.

-3 گهوڙاڙي! منهنجو پاءُ مري ويو.

-4 الا! مون سان قهر ٿي ويو.

-5 منيس! منهنجو پُٽ بيمار ٿي پيو.

-6 متان! ايئن ڪڏهن نہ ڪج.

-7 مَر - ڪائي ڳؤ ڪر.

-8 بلي! درياءَ موج ۾ آهي.

# ترڪيب

گذريل صفحن ۾ اسين پڙهي آيا آهيون ته ڳالهائڻ جا لفظ اَٺ آهن.

1۔ اسم 2۔ ضمير 3۔ صِفت
4۔ فعل 5۔ ظرف 6۔ حرف جر
7۔ حرف جملو 8۔ حرف ندا

جملن ۾ سيئي لفظ، ضرور انهن اٺن لفظن مان هوندا آهن. جڏهن هر لفظ کي سندس قسم موجب ڌار ڌار ڪبو آهي ته ان کي ترڪيب چئبو آهي.

ترڪيب جي معنيٰ آهي واسطو يا ڳانڍاپو آهي ۽ اصطلاحي معنيٰ آهي. جملن ۾ ڪم آيل لفظن جي گرامر موجب پرک ڪي، ترڪيب چئبو آهي. اچو ته مثال سان سمجهون.

| 1۔ انور وٽ مٺو انب آهي. | | 2۔ اچ مون وٽ آءُ | |
|---|---|---|---|
| انور | اسم | اچ | ظرف |
| وٽ | حرف جر | مون | ضمير |
| مٺو | صِفت | وٽ | حرف جر |
| انب | اسم | آءُ | فعل |
| آهي | فعل | | |
| 3۔ جو آيو سو اگهيو | | 4۔ هي ڏيئي جي وٽ آهي | |

| جو | ضمير | هي | ضمير |
| --- | --- | --- | --- |
| آيو | فعل | ڏيئي | اسم |
| سو | ضمير | جي | حرف جر |
| اگهيو | فعل | وٽ | اسم |
| | | آهي | فعل |

5_ هي ڪتاب الطاف جو آهي

| هي | ضمير |
| --- | --- |
| ڪتاب | اسم |
| الطاف | اسم |
| جو | حرف جر |
| آهي | فعل |

مٿين جملن پڙهڻ مان معلوم ٿيندو ته ڪي اهڙا به لفظ آهن، جيڪي هڪ جملي ۾ اسم آهن ته ٻئي ۾ حرف جر، ڪٿي ضمير آهن ته ڪٿي وري حرف جر_ ايئن ڇو آهي؟ اِها ٻولي جي وسعت ۽ ڪشادگي آهي.

مثال: پهرين ۽ ٻئي جملي ۾ وٽ حرف جر آهي. پر ٽئين جملي ۾ وٽ اسم آهي. چوٿين جملي ۾ ”جو“ ضمير آهي. ته پنجين جملي ۾ ”جو“ حرف جر آهي. ترڪيب ۾ اهو ڇو ٿو ٿئي؟ ان لاءِ ايئن آهي ته اهي لفظ معنيٰ ۾ ڌار ڌار آهن. ‘وٽ’ اسم آهي جيڪا ڪپهه مان ٺهيل هوندي آهي ۽ ٻين جملن ۾ وٽ حرف جر آهي جيڪو اسم ۽ ضمير جي پٺيان آيو آهي. ‘جو’ ضمير آهي. جيڪو ڪنهن ماڻهو جي بدران ڪم آيو آهي ۽ پنجين جملي ۾ ‘جو’ حرف جر آهي جيڪو اسم جي پٺيان ڪم آيو آهي.

ياد رکو ته ترڪيب ۾ سڀني لفظن کي گرامر موجب، سندن قسمن ۽ دفعن ۾ ڌار ڌار ڪري رکبو آهي. تڏهن وڃي ترڪيب درست ٿيندي آهي.

## مشق

هيٺين جملن جي ترڪيب ڪريو.

1- رياض خط لکيو

2- انور جو گهوڙو تڪو ڊوڙي ٿو.

3- اعجاز! ماني کاءُ.

4- اندر اچ! مينهن پوي ٿو.

5- بَلي! تو ته سٺو مضمون لکيو.

# اسم جا قسم

ٻارو! اوهان پڙهي آيا آهيو تہ اسم، شئي، جاءِ، ساهواري، ماڻهو ڪم، خاصيت ۽ حالت جي نالي کي چئبو آهي. هاڻي اچو تہ ”اسم جا قسم“ سمجهون. ان لاءِ هيٺين جملن کي غور سان پڙهو.

1 ـ الطاف ڪتاب پڙهي ٿو.
2- اشفاق خط لکي ٿو.
3- اُٺ گوار کائي ٿو.
4- اعجاز هوشياري سان پڙهي ٿو.
5- نِوڙت ڪر.
6- سَچائي هڪ وڏي خوبي آهي.

هاڻي، هنن جملن مان اسم چونڊبيندا سين تہ هيٺيان لفظ نظر ايندا.
الطاف، ڪتاب، اشفاق، خط، اُٺ، گوار، اعجاز، هوشياري، نوڙت ۽ سچائي.
الطاف، اشفاق ۽ اعجاز خاص ماڻهن جا نالا آهن. ڪتاب، خط، اٺ ۽ گوار عام شين جا نالا آهن. نوڙت ۽ سَچائي اهڙين شين جا نالا آهن، جن کي اسين محسوس ڪري سگهون ٿا پر ڇهي ۽ ڏسي نہ ٿا سگهون.

انهي لحاظ کان، اسم جا 3 قسم آهن.
1ـ خاص نالا،
2ـ عام نالا،
3ـ ذاتي يا خاصيت وارا نالا. گرامر ۾ پهرين کي اسم خاص. ٻئي کي اسم عام ۽ ٽئين کي اسم ذات چئبو آهي.

## (الف) اسم خاص

هن ڪي سَمجهڻ لاءِ هيٺيان جملا پڙهو.

1- شاهجهان تاج محل ٺهرايو.
2- حضرت علي رضي الله عنه ذوالفقار سان وڙهيو.
3- سنڌوندي پاڪستان جي وڏي ندي آهي.

هنن جملن ۾ شاهجهان، هڪ خاص بادشاهہ جو نالو آهي. جيڪو اسم خاص آهي. تاج محل بہ هڪ خاص جاءِ جو نالو آهي. جيڪو اسم خاص آهي. ذوالفقار حضرت علي رضي الله جي تلوار جو نالو آهي، جيڪو پڻ اسم خاص آهي. ٽئين جملي ۾ سنڌوندي خاص درياءَ جو نالو آهي، ان ڪري اهو بہ اسم خاص آهي. پاڪستان خاص ملڪ جو نالو آهي. ان ڪري اهو اسم خاص آهي.

هاڻي ياد رکو تہ اهو لفظ جيڪو جملي ۾ ڪنهن ماڻهو ساهواري، شئي ۽ جاءِ جو خاص نالو هجي ان کي اسم خاص چئبو آهي.

**مثال:** دلدل- رخش-ايران-چناب-اڪبر-نيل وغيره.

## (ب) اسم عام:

هن ڪي سمجهڻ لاءِ هيٺيان جملا پڙهو.

1- گهوڙو ڊوڙي ٿو.
2- پين ۾ مس آهي.
3- نانگ ڀڄي ٿو.
4- اسڪول بند آهي.
5- سليٽ تي پيني سان لِک.

مٿين جملن ۾ گهوڙو-پين-مس-نانگ-اسڪول-سليٽ ۽ پيني اهڙا اسم آهن جن جهڙا ٻيا اسم بہ گهڻا آهن. گهوڙي جهڙو ٻيو گهوڙو بہ ٿي سگهي ٿو. اهڙي طرح پين، مس، نانگ، اسڪول، سليٽ ۽ پيني جهڙيون ٻيون شيون بہ ملي سگهن ٿيون. ان ڪري اهي انهن سڀني شين جا عام نالا آهن. انهيءَ ڪري انهن سڀني شين کي، اسم عام چئبو آهي.

هاڻي ياد رکو تہ اهو لفظ، جيڪو جملي ۾ ماڻهو ساهواري، شئي جو عام نالو هجي، ان کي اسم عام چئبو آهي.

**مثال:** ماڙي - ڪاريگر - ڪتو - ڪبوتر - ميز - ڇوڪري وغيره.

## (ث) اسم ذات:

هن کي سمجهڻ لاءِ هي جملا پڙهو.

1- بيماري ۽ تندرستي لازم ملزوم آهن.
2- سياڻپ قدرتي ڏات آهي.
3- ڇريائپ ۾ انسان تي ميار ڪونهي.
4- آسمان ۾ ڪڪرن جي ڪاراڻ آهي.
5- هوشو جنگ ۾ بهادري سان وڙهيو.
6- ترڻ بہ تہ سِکَ نہ.

مٿين جملن ۾، بيماري، تندرستي، سياڻپ، ڏات، ڇريائپ، ڪاراڻ، جنگ، بهادري ۽ ترڻ اهڙا اسم آهن جيڪي خصلتن خوبين رنگن ۽ ڪمن جا نالا آهن، اسين انهن کي صرف ڏسي ۽ محسوس ڪري سگهون ٿا، پر ڇُهي نہ ٿا سگهون. ان ڪري انهن کي اسم ذات چئبو آهي.

ذات جي معنيٰ آهي تہ ہي ڪنهن شئي ۾ سمايل خوبي. هاڻي ياد رکو تہ اهو لفظ جيڪو جملي ۾ خاصيت، حالت ۽ ڪم جو نالو هجي، ان کي اسم ذات چئبو آهي. (يا) اهڙا نالا جن کي وجود تہ هجي پر خيال ۾ اچي سگهن، تن کي اسم ذات چئبو آهي.

**مثال:** سُستي، اڇاڻ، پيلاڻ، رحم، ڪاوڙ شرافت، ڪيڏڻ، سکڻ وغيره.

# مشق

1ـ اسم خاص ڇاکي چئجي؟ ڪي بہ پنج اسم خاص ٻڌايو.
2ـ اسم عام ڇاکي چئجي؟ ڪي بہ پنج اسم عام ٻڌايو.
3ـ اسم ذات ڇاکي چئجي؟ ڪي بہ پنج اسم ذات ٻڌايو.
4ـ هيٺين جملن مان اسم خاص، اسم عام ۽ اسم ذات جا لفظ چونڊيو.

1) اعجاز صوف ۽ فهميده ڪيلو کاڌو.
2) گهڻو گهمڻ معلومات وڌائي ٿو.
3) رُلڻ چڱو نہ آهي.
4) ڄام نندي جي ڏينهن ۾ ٺٽو اوج تي هو.
5) پڙهڻ ۾ ڪوتاهي نہ ڪر.
6) معصوم شاھ جو منارو سکر ۾ آهي.
7) مڪلي ۾ دريا خان جي مزار ڏس.
8) اڪبر بادشاھ سنڌ ۾ ڄائو هو.
9) شاليمار باغ لاهور ۾ آهي.

# ضمير جا قسم

ٻارو! اوهان پڙهي آيا آهيو تہ ضمير اهو لفظ آهي. جيڪو جملي ۾ اسم جي بدران ڪم اچي.

هاڻي اچو تہ ضمير جا قسم سِکون.

ضمير جا جملي ست قسم آهن.

1۔ ضمير خالص

2۔ ضمير اشارو

3۔ ضمير مشترڪ،

4۔ ضمير استفهام،

5۔ ضمير موصول

6۔ ضمير جواب موصول،

7۔ ضمير مبهم.

## 1۔ ضمير خالص:

خالص جي معنيٰ نج آهي. هي اهي ضمير آهن جيڪي جملي ۾ صرف ماڻهن لاءِ ڪم اچن ٿا.

**مثال:**

مان لکان ٿو.

توهين راند ڪريو پيا.

اهي سبق ياد ڪندا پيا.

هنن جملن ۾ ’مان‘، ’توهين‘ ۽ ’اهي‘ خالص ضمير آهن. جيڪي خاص ماڻهن لاءِ ڪم آيا آهن.

ضمير خالص جا 3 قسم آهن.

(**الف**) **ضمير متڪلم:**

متڪلم جي معنيٰ آهي ڳالهائيندڙ. اُهي لفظ، جيڪي جملي ۾ ڳالهائيندڙ پنهنجي لاءِ ڪم آڻي.

**مثال:**

مان هي خط لکيو هو.

اسين پاڻ ۾ تامرا آهيون.

آءٌ سچ ڳالهائيندس پيو.

هنن جملن ۾ ’مان‘، ’اسين‘ ۽ آءٌ ضمير متڪلم جا لفظ آهن.

(**ب**) **ضمير حاضر:**

اهي لفظ جيڪي جملي ۾ روبرو (سامهون ڳالهائيندڙ) حاضر اسم جي بدران ڪم آڻجن.

**مثال:**

تون ڇو نه ٿو لکين؟

توهان ڪوڙ نه ڳالهايو.

هنن جملن ۾ ’تون‘ ۽ ’توهان‘، ضمير حاضر جا لفظ آهن.

(**ٿ**) **ضمير غائب:**

اُهي لفظ جيڪي جملي ۾ انهي اسم بدران ڳالهايا وڃن جيڪي موجود نه، پر غائب يا گم هجن.

**مثال:**

اُهي اڄ ايندا.

سُڀاڻي انهن کي وڃڻو آهي.

هُنن وٽ ڪتاب ئي ڪين آهن.

مٿين جملن ۾ ’اُهي‘، ’انهن‘ ۽ ’هنن‘ ضمير غائب جا لفظ آهن.

## 2ـ ضمير اشارو:

اهي لفظ جيڪي جملي ۾ ڪنهن اسم ڏانهن خاص اشاري طور ڪم اچن.

مثال:

هي منهنجو ڪتاب آهي.
هو تنهنجو ڪتاب آهي.

مٿين جملن ۾ 'هي'، ۽ 'هو' ضمير اشاري جا لفظ آهن. جيڪي "ڪتاب" اسم ڏانهن اشارو /ڪن ٿا.

ضمير اشاري جا 2 قسم آهن:

(**الف**) **ضمير اشارو ويجهو:**

اهي لفظ جيڪي جملي ۾ ڪنهن ويجهي اسم ڏانهن اشاري لاءِ ڪم اچن.

مثال:

هِي منهنجو ڪتاب آهي.
اِهي هن جا ڪتاب آهن.

مٿين جملن ۾ 'هي'، 'اهي' ضمير اشاري ويجهي جا لفظ آهن.

(**ب**) **ضمير اشارو ڏور:-**

اهي لفظ جيڪي جملي ۾ ڪنهن پري واري اسم ڏانهن اشاري طور ڪم اچن.

مثال:

هو هُن جا ڪتاب آهن.
اُهي هنن جا ڪتاب آهن.

مٿين جملن ۾ 'هو'، 'اُهي' ضمير اشاري ڏور جا لفظ آهن. جيڪي ڪتاب اسم ڏانهن اشارو ڪن ٿا.

## 3- ضمير مشترڪ:

مشترڪ جي معنيٰ آهي گڏيل. اُهي لفظ جيڪي جملي ۾ اسم جي بدران ڳالهايل هجن ۽ ٻئي ضمير سان گڏيل هجن.

**مثال:**

مان خود ڪيس ڏنو.

تون پنهنجي پين وٺ.

هي باغ اسان پاڻ پوکيو آهي.

مٿين جملن ۾ 'خود'، 'پنهنجي' ۽ 'پاڻ' ضمير مشترڪ جا لفظ آهن.

## 4- ضمير استفهام:

اُهي لفظ جيڪي جملي ۾ اهڙي اسم جي بدران ڪم اچن، جن لاءِ ڪا پُڇا ڪرڻي هجي.

**مثال:**

اندر ڪير آهي؟

توکي ڪنهن ماريو آهي؟

ڪجاڙو کپيئي؟

ڇا تو چوين؟

هنن جملن ۾ 'ڪير'، 'ڪنهن'، 'ڪجاڙو' ۽ 'ڇا' ضمير استفهام جا لفظ آهن. هنجا ٻيا لفظ هي آهن.

ڪهڙو - ڪِن

## 5- ضمير موصول:

موصول جي معنيٰ ڳنڍيندڙ آهي. جيڪي لفظ جملي ۾ اسم جي بدران ڪم اچن ۽ جملي جي ٻن ڀاڱن کي پاڻ ۾ ڳنڍين.

**مثال:**

هي اهو ڪتاب آهي جيڪو تو گهريو هو.

انور آيو هو جنهن وٽ تنهنجي پين هئي.

مٿين جملن ۾ ’جيڪو‘ ۽ ’جنهن‘ ضمير موصول آهي. لفظ ’جيڪو‘ ڪتاب اسم بدران ڪم آيو آهي ۽ جملي جي ٻن ڀاڱن کي پاڻ ۾ ڳنڍي ٿو. ٻئي جملي ۾ لفظ ’جنهن‘ ضمير موصول آهي. جيڪو انور اسم لاءِ ڪم آيو آهي ۽ جملي جي ٻن ڀاڱن کي ڳنڍي ٿو. ضمير موصول جا لفظ هي آهن، جا، جيڪي، جن وغيره.

## 6ـ ضمير جواب موصول:

اهي لفظ، جيڪي جملي ۾ ضمير موصول جي جواب ۾ اسم بدران ڪم اچن.

**مثال:**

جيڪو ڪتاب تو ڏنو هو، سو هي آهي.

جن گهريو تن ورتو.

مٿين جملي ۾ ’سو‘ ضمير جواب موصول آهي. جيڪو ضمير موصول جي جواب ۾، ڪتاب اسم بدران ڪم آيو آهي. ٻئي جملي ۾ ’تن‘ ضمير موصول آهي جيڪو ’جَن‘ ضمير موصول جي جواب ۾ ڪم آيو آهي.

هن جا ٻيا لفظ هي آهن: سو، سا، سي، تن، تنهن وغيره.

## 7ـ ضمير مبهم:

مبهم جي معنيٰ ڳجهو آهي. اهڙا لفظ جيڪي ڳجهي اسم لاءِ ڪم آيل هجن ۽ خبر نہ پوي تہ اهي ڪهڙي اسم لاءِ ڪم آيا آهن.

**مثال:**

ڪو ڪيئن چوي، ڪو ڪيئن چوي.

ڪير، آيو آهي.

تو ڪي ڪنهن، ڏنو.

ڪا، ڳالهہ نہ ڪر.

هنن جملن ۾ ڪو، ڪا، ڪير، ڪنهن ضمير مبهم آهن. ٻيا لفظ هي آهن. ڪجهہ، ڪن.

# ضميري نشانيون

ضميري نشانيون ٻہ آهن.

## 1۔ ضمير منفصل:

اهي ضميري نشانيون، جيڪي اسم سان ڇھڻ بدران، ان کان پري بيٺل هجن.

مثال:

مٺو سور ٿو ڪريمَ.

جيئنس ڏٺي، مرنس چور.

هنن جملن ۾ مَ ـ سَ ـ ضمير، منفصل جون نشانيون آهن.

## 2۔ ضمير متصل:

متصل جي معنيٰ آهي ڇهٽيل. اهي ضميري نشانيون، جيڪي اسم سان ڇهٽيل هجن.

مثال:

| | | |
|---|---|---|
| پٽمْ | = | منهنجو پُٽ |
| پٽئي | = | تنهنجو پُٽ |
| پٽهين | = | تنهنجو پُٽ |
| پٽوَ | = | اوهان جا پُٽ |
| پُٽس | = | هنجو پٽ |
| پُٽن | = | هنن جا پُٽ |

هنن جملن ۾ مَ ـ ئي ـ هين ـ ئو ـ س، نَ، ضمير متصل جون نشانيون آهن.

# ضميري صفت

اهي لفظ، جيڪي اصل ۾ ضمير هجن پر جملي ۾ اسم جي صفت ڏيکارين.

**مثال:** هيڏو تلاءُ ڪنهن کوٽايو.

هن جملي ۾ هيڏو ضميري صفت آهي. جيڪو هي ضمير مان نڪتل آهي.

ڪي ضميري صفتون هي آهن.

| | | |
|---|---|---|
| هي ضمير مان | = | هيترو-هيڏو-هھڙو |
| اي ضمير مان | = | ايترو، ايڏو، اوترو. |
| هو ضمير مان | = | هوترو، هوڏو، هھڙو |
| جو ضمير مان | = | جيترو، جيڏو |
| تنهن ضمير کان | = | تيترو تيڏو |
| ڪنهن ضمير مان | = | ڪيترو، ڪيڏو، ڪهڙو. |

## مشق

1ـ ضمير خالص جا ڪهڙا قسم آهن؟ مثال ڏيئي سمجهايو.

2ـ ضمير متصل جون نشانيون ڪهڙيون آهن؟

3ـ ضمير مبهم ڇاکي چئجي؟

4ـ ضمير متڪلم ۽ ضمير مشترڪ جي ڀيٽ ڪريو.

5_ هيٺين جملن مان ضمير چونڊيو.

1) ڪو ڪيئن چوي، ڪو ڪيئن چوي.
2) آءٌ جو ئي آهيان ، سوئي آهيان.
3) مُنيس جهل مُهار، ڪُنيس ڪاهه مَ ڪرهو.
4) اُهي هوڏانهن وڃن ٿا .
5) ڪير ٿو گوڙ ڪري؟
6) تو ڪي ڪنهن ٻڌايو ؟
7) جيڪو لوچيندو سو لهندو.
8) اسان پاڻ تو ڪي ڏنو .

# صفت جا قسم

ٻارو! اوهان پڙهي آيا آهيو تہ صفت اهو لفظ آهي جيڪو جملي ۾ اسم جو گڻ، اوگڻ، انداز، مقدار ۽ قسم ڏيکاري. هاڻي اچو تہ صفت جي قسمن کي سمجهون. صفت جا ٽي قسم آهن.

1_ صفت وصفي،
2_ صفت عددي،
3_ صفت ضميري.

## 1_ صفت وصفي:

جملي ۾ اهڙن لفظن جي صفت وصفي ٿيندي، جيڪي اسم ۽ ضمير جو گڻ، اوگڻ، قسم ۽ قد ڏيکارين.

مثال:

بندرو ڇوڪر
سلڇڻو ڇوڪر
ڪُٺو ٻير
ساڪرو ماڻهو

مٿين جملن ۾ 'بندرو' قد ڏيکاري ٿو، 'سلڇڻو' گڻ ڏيکاري ٿو. 'ڪَٺو' اوگڻ ڏيکاري ٿو ۽ 'ساڪرو' قسم ڏيکاري ٿو. هي لفظ صفت وصفي آهن. هن جا ٻيا لفظ هي آهن. ڊگهو، ڪوجهو، سهڻو، چست، جابلو، هوشيار، ايراني، موڳو، سرحدي وغيره.

## 2_ صفت عددي:

اهي لفظ جيڪي جملي ۾ اسم ۽ ضمير جو انداز ڳاڻاٽو يا عدد ظاهر ڪن.

**مثال:**

پنْج پينون، يارهن پٽيون، پندرهن صوف ٻاويهون ڇوڪر، ٽيهون گهوڙو.
پنج -يارهن -پندرهن -ٻاويهون -ٽيهون -صفت عددي آهن.
هن جا ٻيا لفظ هي آهن.
ٽي -هزار -ايڪونجاهہ -سترهون -پنجويهون وغيره

## 3_ صفت ضميري:

اهڙا ضميري لفظ، جيڪي جملي ۾ صفت ٽي ڪم اچن. هي لفظ هميشہ اسم سان گڏ هوندا آهن.

**مثال:**

ٿورا پئسا ڪڻ.
ڪهڙو ماڻهو هو.
ڪا ڳالهہ تہ ٻڌاءِ.
پنهنجو ماڻهو آهي.

هنن جملن ۾ ٿورا، ڪهڙو -ڪا -پنهنجو صفت ضميري آهن. جيڪي پئسا، ماڻهو ڳالهہ، اسمن جي صفت ڪن ٿيون. هن جا ٻيا لفظ هي آهن.

سو_ جو_ جيڪو_ اهڙو_ وغيره

# صفت جا درجا

صفت جا 3 درجا آهن.

1۔ صفت خالص 2۔ صفت تفصيل 3۔ صفت مبالغو.

## 1۔ صفت خالص:

اهو لفظ جيڪو جملي ۾ ڪنهن هڪ اسم يا ضمير جو گڻ، اوگڻ ڏيکاري.

**مثال:** انب مٺو آهي. هن جملي ۾ مٺو صفت خالص آهي.

## 2۔ صفت تفصيل:

اهو لفظ جيڪو جملي ۾، هڪ اسم يا ضمير جي ٻئي اسم يا ضمير سان ڀيٽ ڪري.

**مثال:** انب صوف کان مٺو آهي.

هن جملي ۾ 'کان مٺو' صفت تفصيل آهي. ياد رکڻ کپي تہ صفت تفصيل ۾ ٻئي اسم يا ضمير جي پٺيان حرف جر جو، کان، مان، مون، منجهان لفظ ڪم آڻبا آهن.

## 3۔ صفت مبالغو:

اهو لفظ جيڪو هڪ اسم يا ضمير جي ٽن يا ٽن کان وڌيڪ اسمن يا ضميرن سان ڀيٽ ڪري.

**مثال:** انب سڀني ميون کان مٺو آهي.

# مشق

1_ صفت عددي ڇاکي چئجي؟
2_ صفت ضميري جا 3 مثال ڏيو؟
3_ صفت وصفي جي تعريف ڪريو.
4_ هيٺين جملن مان صفتون چونڊي سندن قسم ٻڌايو.

1) هيڇي ڇوڪر چار مٺا ۽ وڏا انب کائي ويو.
2) اباوڙائي پيڙا ۽ شڪارپوري آچار وٺي اچ!
3) سنڌي رسالا پڙهه ۽ سنڌي ٻولي ڳالهاءِ!
4) هوشيار ڇوڪر ڏڏ شاگرد کي پڙهائي ٿو.
5) چست ٻار ڊوڙي ٿو.
6) تکو گهوڙو ٽانگي ۾ آهي.
7) ٻہ تہ ٻارهن.
8) ٻارهون مهينو ٽڏو مهينو آهي.
9) ڪانگا ڪر ڪا ڳالهہ.
10) صفت تفصيل ۽ مبالغو ڇاکي چئجي.

# فعل جا قسم

ٻارو! اوهان پڙهي آيا آهيو تہ فعل اهو لفظ آهي. جيڪو جملي ۾ اسم جي ڪم بابت ٻڌائي يا اهو ٻڌائي تہ اسم ۽ ضمير تي ڪم جو ڪهڙو اثر ٿيو آهي. جملي ۾ فعل سان گڏ ٻہ شيون ٻيون بہ هونديون آهن. هڪ ڪم جو ڪندڙ ۽ ٻيو جنهن تي ڪم جو اثر ٿئي.

**مثال:** الطاف چانهہ پيئي ٿو.

هن جملي ۾ ڪم جو ڪندڙ الطاف آهي. جنهن کي گرامر جي زبان ۾ فاعل چئجي ٿو ۽ اسم چانهہ آهي جنهن تي ڪم جو اثر ٿئي ٿو. هن کي گرامر جي زبان ۾ مفعول چئجي ٿو ۽ ٽيون پيئي ٿو، ڪم بابت ٻڌائي ٿو. جيڪو فعل سڏبو.

ٻارو! ڪڏهن هيئن بہ ٿيندو آهي تہ جملي ۾ فاعل تہ هوندو آهي پر مفعول نہ هوندو آهي. تڏهن بہ جملو پورو هوندو آهي.

**مثال:**

الطاف مضمون لکي ٿو.

الطاف لکي ٿو.

مشتاق بيت پڙهي ٿو.

مشتاق پڙهي ٿو.

مٿين پهرين ۽ ٽين جملي ۾ الطاف ۽ مشتاق فاعل آهن. مضمون ۽ بيت خط مفعول آهن. ٻئين ۽ چوٿين جملي ۾ فاعل تہ برابر آهي. پر مفعول نہ آهن. اهڙن جملن ۾ فعل تي اثر ضرور پوي ٿو. ڇاڪاڻ تہ فاعل ۽ مفعول جو لاڳاپو فعل سان ضرور هوندو آهي. ان ڪري فعل جا مکيہ قسم بہ آهن.

1ـ فعل لازمي، 2ـ فعل متعدي.

## 1ـ فعل لازمي:

لازمي جي معنيٰ آهي ٺهرايل حد تي قائم رهڻ. اهڙو فعل جنهن ۾ فاعل پاڻ ڪم ڪري پر ان جو اثر ٻئي تي نہ پوي. يعني هن ۾ فاعل سان گڏ مفعول نہ هوندو.

مثال:

اشفاق ڳائي ٿو.

فهميده ڌوئي ٿي.

اياز کائي ٿو.

## 2ـ فعل متعدي:

متعدي جي معنيٰ آهي لنگهي ٻئي تائين ويندڙ. اهڙو فعل جنهن ۾ فاعل پاڻ ڪم ڪري پر ان جو اثر ٻئي تي بہ پوي. يعني هن فعل ۾ فاعل ۽ مفعول ٻئي ڄاتل ۽ سڃاتل هوندا آهن.

مثال:

اشفاق راڳ ڳائي ٿو.

فهميده ڪپڙا ڌوئي ٿي.

اياز ماني کائي ٿو.

فعل جو ٽيون قسم بہ آهي. جنهن کي فعل معاون چئبو آهي. هن کي سمجهڻ لاءِ هيٺيان جملا پڙهو.

1- سبق پڙهہ.

2- سبق پڙهان ٿو.

3- سبق پڙهيو هو.

4- سبق پڙهيو پئي.

هن جملن ۾ بنيادي ڪم ”پڙهڻ“ جو آهي. جن ۾ فعل پڙهہ، پڙهان ٿو، پڙهيو هو ۽ پڙهيو پئي آهي.

پهرين جملي ۾ پڙهڻ جو حڪم آيل آهي پر وقت ڪونہ ڏنل آهي تہ ڪهڙي وقت ۾ پڙهڻو آهي. ٻئي جملي ۾ پڙهڻ جو ڪم هاڻي ڪري ٿو. ٽئين جملي ۾ پڙهڻ جو ڪم گذريل وقت ۾ ڪيو ويو ۽ چوٿين جملي ۾ پڙهڻ جو ڪم گذريل وقت ۾، گهڻي تائين جاري رکيو ويو. هن مان معلوم ٿيو تہ هڪ فعل سان ٻيا فعل گڏجي، جيڪي فعل جي وقت جي معنيٰ ڏيکارين ٿا. انهن فعلن کي گرامر ۾ فعل معاون چئبو آهي. جنهن جي معنيٰ مددگار آهي. يعني اهڙا فعل، جيڪي ٻين فعلن سان گڏجي ان جو وقت ڏيکارين. هي فعل هئڻ، ٿيڻ ۽ پوڻ مصدر مان نڪتل آهن.

**مثال:** ••• هئڻ، هو، ٿيڻ، ٿيو، پوڻ، پيو، پئي

## فعل متعدي جا قسم

(الف) **فعل متعدي معروف:**

معروف معنيٰ آهي ڄاتل سڃاتل. اهڙو فعل جنهن ۾ فاعل ڄاتل سڃاتل ۽ چٽو پٽو ظاهر هوندو آهي.

**مثال:** ••• مان خط لکان ٿو.

هن جملي ۾ "مان" فاعل پڌرو ۽ صاف ظاهر آهي.

(ب) **فعل متعدي مجهول:**

جهل معنيٰ اڻڄاڻائي اهڙو فعل، جنهن ۾ فاعل گم ٿي وڃي ۽ مفعول چٽو هجي.

**مثال:** ••• خط لکجي ٿو، انب وڍجي ٿو.

هن جملي ۾ خط جو لکندڙ ۽ انب جو وڍيندڙ يعني انهن ڪمن جا ڪندڙ گم آهن پر خط ۽ انب جن تي ڪم جو اثر ٿئي ٿو (مفعول) سي فاعل جي جاءِ تي آيل آهن ۽ چٽا مفعول آهن. ان ڪري لکجي ٿو ۽ وڍجي ٿو، فعل متعدي مجهول آهن.

(ث) **فعل متعدي بالواسطہ:**

باالواسطہ جي معنيٰ آهي ٻئي جي معرفت، فعل جي اها صورت جا ڏيکاري تہ فاعل ڪو ڪم پاڻ نہ ٿو ڪري، پر ٻئي کان ڪرائي ٿو.

**مثال:**

مشتاق خط لکرايو.

ماني پچرائي ويئي.

پهرين جملي ۾ مشتاق خط لکڻ جو ڪم ٻئي کان ڪرائي ٿو پر پاڻ نہ ٿو ڪري. اِهو ٻتو فعل متعدي باالواسطہ آهي. ٻئي جملي ۾ ماني پچرائڻ جو ڪم ٻئي کان ڪرايو وڃي ٿو. هنن ٻنهي جملن ۾ اصلي فاعل گم آهن.

(ج) **فعل لازمي جا قسم:**

فعل اڪرترڪ: اَ معنيٰ نہ ڪر معنيٰ فاعل. اهڙا فعل جن ۾ فاعل ۽ مفعول جو ڪم صاف ڏيکاريل نہ هجي. هن فعل ۾ فاعل ۽ مفعول ٻئي گم هوندا آهن.

**مثال:** ڳوٺ وڃبو. پڇبو نہ ٽڪبو.

مٿين جملن ۾ وڃبو، پڇبو ۽ ٽڪبو فعل اڪرترڪ آهن. جن جا فاعل ۽ مفعول گم ٿيل آهن ۽ اهي واضح يا چٽا نہ آهن.

## استعمالي سوال

1_ فعل گهڻن قسمن جا آهن؟

2_ فعل متعدي ڇاکي چئجي؟

3_ فعل متعدي مجهول مثالن سان سمجهايو.

4_ فعل اڪرترڪ کولي سمجهايو.

5_ هيٺين جملن مان فعل چونڊي سندن قسم ٻڌايو.

1) انور انب کائي ٿو.

2) مشتاق ڪلي ٿو.
3) صوف وڍيو ويو.
4) ماني پچرائي ويئي.
5) گهوڙو ڊوڙي ٿو.
6) مٿي چڙهبو تہ ڪربو.
7) ڊوڙبو تہ پگهربو.
8) وڻ پو ڪجي ٿو.
9) پيين ۾ مس وجهي اچ.
10) رياض راند ڪئي.

# ظرف جا قسم

ٻارو! اوهان کي خبر آهي تہ ظرف اهو لفظ آهي، جيڪو جملي ۾ فعل، صفت ۽ ٻئي ظرف سان لڳي. ان جي ريت، قدر، وقت، جاءِ ۽ انڪار جي معنيٰ ڏيکاري. هن وصف جي لحاظ کان ظرف جا چار قسم آهن.

1۔ ظرف تميز 2۔ ظرف زمان، 3۔ ظرف مڪان، 4۔ ظرف انڪار

## 1۔ ظرف تميز:

اهي لفظ جيڪي جملن ۾ ريت يا قدر جي معنيٰ ڏيکارين.

**مثال:** هوريان ڳالهاءِ. تيز ڊوڙ

ڍلو هل، جيئن تيئن ڪري خط لِک.

مٿين جملن ۾ هوريان، تيز ڍلو جيئن تيئن ظرف تميز آهي. هن جا ٻيا لفظ هي آهن. آهستي، نہ پهہ، هرويرو ڏاڍو جهٽ پٽ، هيئن وغيره.

## 2۔ ظرف زمان:

اهڙا لفظ، جيڪي جملي ۾، فعل جي وقت جي معنيٰ ڏيکارين.

**مثال:** هينئر مان هلان ٿو، صبحاڻي ورندس.

پر سال ڦٽي جو فصل تباهہ ٿي ويو.

هنن جملن ۾ هينئر، صبحاڻي، پرسال ظرف زمان آهن. هن جا ٻيا لفظ هي آهن، اڄ ، ڪالهہ، پَرين، هاڻي، پوءِ، هميشہ وغيره.

## 3۔ ظرف مڪان:

اهڙا لفظ، جيڪي جملي ۾ فعل جي جاءِ جي معنيٰ ڏيکارين.

**مثال:** هت ويهہ. هوڏانهن وڃ. هيٺ لهي اچ. هنن جملن ۾ هت، هوڏانهن، هيٺ ظرف مڪان آهن. هن جا ٻيا لفظ هي آهن،

هِتي، هُتي، مَٿي، اندر ٻاهر، اڳيان، پٺيان، هيڏي، هوڏي، جاڏي، ڪاڏي وغيره.

## 4۔ ظرف انڪار:

اهڙا لفظ، جيڪي جملي ۾ انڪار جي معنيٰ ڏيکارين.

**مثال:** مان ڪونہ ايندس، مٿي ۾ نہ ڪيڏ.

هنن جملن ۾ ڪونہ، نہ، ظرف انڪار آهن، هن جا ٻيا لفظ هي آهن. متان، ڪين، مَ وغيره.

**نوٽ:** ظرف مڪان- زمان ۽ تميز اڪثر فعل سان لڳندا آهن. پر ظرف تميز، ڪڏهن صفت ۽ ظرف سان بہ لڳندو آهي.

**مثال:** 1۔ ڏاڍو ڪوڙو، نهايت مٺو.

هت ڏاڍو ۽ نهايت ظرف تميز آهن ۽ ڪوڙو ۽ مٺو صفت آهن.

2۔ گهوڙو ڏاڍو تکو ڊوڙي ٿو.

هن جملي ۾ ڏاڍو ظرف تميز آهي. جيڪو تکو ظرف سان لڳي ٿو.

## مشق

1۔ ظرف تميز ڇاکي چئجي؟

2۔ ظرف مڪان ۽ ظرف زمان ۾ ڪهڙو فرق آهي؟

3۔ هيٺين جملن مان ظرف چونڊي انهن جا قسم لکو.

1) ايئن نہ ڪر.

2) مس مس تہ آيو آهين.

3) هوڏانهن وڃي ڇا ڪندين؟

4) اڄ تہ ويھ.

5) هاڻي ارمان ڪرڻ مان ڪهڙو فائدو.

# جنسون

اسين جيڪي اسم يا ضمير ڪم آڻيون ٿا. انهن جون مکيہ جنسون ٻہ آهن.

1ـ جنس مذڪر 2ـ جنس مؤنث

## 1ـ جنس مذڪر:

مذڪر جي معنيٰ آهي نر. اهڙي اسم يا ضمير جي جنس مذڪر ٿيندي جيڪو نر هوندو.

**مثال:** گهوڙو ڊوڙي ٿو.

هن جملي ۾ گهوڙي جي جنس مذڪر ٿيندي جيڪو نر آهي.

## 2ـ جنس مؤنث:

مؤنث جي معنيٰ مادي آهي. اهڙو اسم يا ضمير جيڪو مادي هوندو آهي، ان جي جنس مؤنث ٿيندي.

**مثال:** گهوڙيءَ ڊوڙي ٿي.

هن ۾ گهوڙيءَ جي جنس مؤنث ٿيندي.

جنس ڳولڻ جو آسان طريقو هي آهي تہ اسم يا ضمير جي پٺيان صفت جو ڪوبہ لفظ وجهنداسون تہ جنس لڀي ويندي.

**مثال:** سنو گهوڙو (مذڪر)
سُني گهوڙي (مؤنث)

يا جنس مذڪر جي پٺيان گهڻو ڪري "او" جو اچار ۽ جنس مؤنث جي پٺيان "اي" جو اُچار ايندو آهي.

**مثال:** ڪُتو، (او جو اچار) مذڪر
ڪُتي (اي جو اچار) مؤنث

## مشق

1۔ جنس مذڪر ڇاکي چئجي؟
2۔ جنس مؤنث جا پنج لفظ ٻڌايو.
3۔ هيٺين جملن مان اسمن ۽ ضميرن جون جنسون چونڊيو.
1) کھاڙو ڪڻ ڪاٽي وڃ.
2) هو ٻوڙي ٿو. هوءَ لکي ٿو.
3) مان ته توکي ڇيو هو.
4) ڇوڪري سليٽ تي پيني سان لکي ٿي.
5) ڏڪو هر ڪاهي ٿو.
6) ماني چڱي پڪل آهي.
7) ڇانور ڪچا آهن.

# عدد

اسين جملن ۾ جيڪي اسم يا ضمير ڪم آڻيندا آهيون سي، عدد جي لحاظ کان ٻن قسمن جا هوندا آهن. انهن کي سمجهڻ لاءِ هيٺيان مثال پڙهو.

1- گهوڙو ڊوڙي ٿو.
2- گهوڙا ڊوڙن ٿا.
3- ڇوڪري دلو ڀري ٿي.
4- ڇوڪريون دلا ڀرن ٿيون.
5- تون راند ڪرين ٿو.
6- توهين راند ڪريو ٿا.

ٻارو! مٿين جملن مان پهرين، ٽئين ۽ پنجين جملي ۾ گهوڙو، ڇوڪري، دلو ۽ تون عدد ۾ هڪ آهن. ان ڪري انهن جو عدد واحد ٿيندو ۽ ٽئين چوٿين ۽ ڇهين جملن ۾ گهوڙا، ڇوڪريون دلا ۽ توهين عدد ۾ گهڻا آهن. ان ڪري انهن کي عدد جمع سڏبو. يعني گهڻا يا هڪ کان وڌيڪ. هاڻي صاف ظاهر ٿيو ته عدد ٻن قسمن جا آهن.

## 1_ عدد واحد:

واحد معنيٰ هڪ. يعني جملي ۾ انهي اسم يا ضمير جو عدد، واحد هوندو، جيڪو تعداد ۾ هڪ هوندو.

**مثال:** ٻڪري_ رڍ_ ڏيگو_ ميز_ مان_ هو وغيره.

## 2_ عدد جمع:

جمع معنيٰ گهڻا. يعني جملي ۾ انهي اسم يا ضمير جو عدد جمع هوندو جيڪو تعداد ۾ ٻه يا ٻن کان وڌيڪ هوندو.

**مثال:** ٻڪريون- رڍون- ڏڍگا- ميزون-اسين-اُهي، وغيره.

## مشق

1- عدد گهڻن قسمن جا آهن؟
2- ڪي ٻه پنج اسم عدد واحد ۽ عدد جمع جا لکو.
3- ڪي ٻه چار ضمير عدد واحد ۽ عدد جمع جا لکو.
4- عدد واحد ڇا کي چئجي؟

# حالتون

ٻارو! حالت اسم يا ضمير جي انهي لاڳاپي کي چئبو آهي. جيڪو جملي ۾، انجو ٻين لفظن سان هوندو آهي.

سنڌي ۾ حالتون پنج قسمن جون آهن.

1۔ حالت فاعلي، 2۔ حالت مفعولي، 3۔ حالت جري، 4۔ حالت اضافت، 5۔ حالت ندا.

## 1۔ حالت فاعلي:

جملي ۾ جيڪو اسم يا ضمير ڪنهن بہ فعل جو فاعل هوندو تہ ان اسم يا ضمير جي حالت فاعلي ٿيندي.

مثال: الطاف خط لکيو.

هن جملي ۾ لکڻ جو ڪم الطاف ڪري ٿو. جيڪو ڪم جو ڪندڙ يعني فاعل آهي. ان ڪري الطاف جي حالت فاعلي ٿيندي.

## 2۔ حالت مفعولي:

جملي ۾، جيڪو اسم يا ضمير ڪنهن بہ فعل جو مفعول هوندو تہ، ان اسم يا ضمير جي حالت، مفعولي ٿيندي.

مثال: الطاف خط لکيو.

هن جملي ۾ خط لکيو فعل جو مفعول آهي، ان ڪري خط جي حالت مفعولي ٿيندي.

## 3۔ حالت جري:

جملي ۾ جنهن اسم يا ضمير جي پٺيان، حرف جر جو ڪوبہ لفظ اچي تہ انجو واسطو ٻئي لفظ سان ظاهر ڪري تہ ان اسم يا ضمير جي حالت، جري ٿيندي.

**مثال:** ∞ ڪتاب ميز تي رک.

هن جملي ۾ ”ميز“ اسم آهي ان جي پٺيان ”تي“ حرف جر آهي. ان ڪري ميز اسم جي حالت جري ٿيندي، ’اتي‘ ڪتاب جو ميز اسم سان لاڳاپو ڏيکاي ٿو. ڪڏهن وري جملن ۾، اسم يا ضمير جي لفظن پٺيان ڪي خاص نشانيون حرف جر جون ڪم اينديون آهن. تڏهن انهن اسمن يا ضميرن جي حالت جري ٿيندي آهي.

**مثال:** ∞ 1 ـ انور ڳوٺان آيو. 2- رياض گَهرون آيو.

هنن جملن ۾ ڳوٺ اسم جي پوياں آن ۽ گهر اسم جي پٺيان اون حرف جر جون نشانيون آهن. جيڪي ڳوٺ جو انور سان ۽ گهر جو رياض سان لاڳاپو ڏيکارين ٿيون. ان ڪري انهن اسمن جي حالت جري ٿيندي.

4ـ **حالت اضافت:**

جملي ۾ جنهن اسم يا ضمير جي پٺيان اهڙو ڪوبہ حرف اچي، جيڪو ان اسم يا ضمير جي نسبت يا مالڪي، ٻئي ڪنهن اسم يا ضمير سان ڏيکاري. تہ انهيءَ اسم يا ضمير جي حالت اضافت ٿيندي.

**مثال:** ∞ مشتاق وارو ڪتاب اياز وٽ آهي.

هن جملي ۾ ’وارو‘ اهڙو لفظ آهي جيڪو مشتاق اسم جي ڪتاب ڏانهن مالڪي ڏيکاري ٿو. ان ڪري مشتاق اسم جي حالت اضافت ٿيندي.

سنڌي ٻولي ۾ ’وارو‘ کانسواءِ ’جو‘ ۽ ’سندو‘ اهڙا لفظ آهن جيڪي پڻ ملڪيت جي معنيٰ ڏيکارين ٿا.

**مثال:** ∞ هي منهنجو ڪتاب آهي.

هي سندو قلم آهي.

**5_ حالت ندا:**

جملي ۾ انهيءَ اسم يا ضمير جي حالت ندا ٿيندي جنهن کي سڏ ڪيو ويو هجي.

**مثال:** او رياض! هيڏانهن اچ.

هن جملي ۾ 'او' حرف ندا آهي، ان ڪري رياض جي حالت، ندا ٿيندي. ڪڏهن ڪڏهن جملي ۾ لڪل حرف ندا بہ ڪم ايندو آهي.

**مثال:** اعجاز! هيڏانهن اچ.

هِن جملي ۾ اعجاز کي سَڏ ڪيو ويو آهي. ان ڪري اعجاز جي حالت ندا ٿيندي.

## مشق

1_ حالت فاعلي ڇاکي چئجي؟
2_ حالت مفعولي ڇاکي چئجي؟
3_ حالت جري ۽ حالت اضافت ۾ ڪهڙو فرق آهي؟
4_ حالت ندا، ڪهڙي اسم يا ضمير جي ٿيندي؟
5_ هيٺين اسمن يا ضميرن جون حالتون ٻڌايو.
1) ڳالهين سنديون ڳالهيون، ٽڪي سندا موٽ.
2) اشفاق جو گهوڙو تِکو آهي.
3) الطاف هيڏانهن اچ.
4) منهنجو ڪتاب ڪٿي آهي.
5) اسان راند ڪريون ٿا.
6) تو وٽ قلم آهي.
7) ڳوٺان ڪو آيو.

# زمانن جا بنيادي جزا

زمانن جو بنياد مصدر آهي، جنهن جي معنيٰ آهي نڪرڻ، ظاهر يا صادر ٿيڻ جي جاءِ. هن مان ئي سڀني فعلن جي زمانن جي مختلف صورتن وارا لفظ ظاهر ٿين ٿا. پر جديد علم لسانيات جي روشنيءَ ۾ اهو غلط آهي. جيئن تہ اسان جي سنڌي ٻوليءَ جو گرامر عام طور عربي ۽ فارسي مان ورتو ويو آهي، ان ڪري انهن ٻولين مان جيئن تہ سڀ فعل مصدر مان نڪرن ٿا، اهڙيءَ طرح سنڌي ٻوليءَ ۾ بہ مصدر کي ڏاتو يا بنياد بنايو ويو آهي.

پر سنڌي ٻوليءَ ۾ هر فعل جو ڏاتو امر حال واحد آهي. ڇو تہ اسان جيڪڏهن لکڻ مصدر کي بنياد بنائينداسون، تہ ان مان امر "لِک" ڪري پوءِ ٻيا زمان ٺاهينداسون. تہ اهڙيءَ طرح لکڻ مصدر خود لِک امر مان ئي نڪرندو ۽ بنياد لازمي طرح امر حال واحد "لِک" ٿيندو.

هاڻي "جديد علم لسانيات" جي روشنيءَ ۾ "زمان" امر کان ئي شروع ڪريون ٿا.

## اَمُر:

امر زمانن جي پاڙ آهي. فعل جون سڀ صورتون، جيڪي زمانن کي واضح ڪن ٿيون، سي اَمُر مان ئي نڪرن ٿيون.

امر جي لفظي معنيٰ حڪم آهي. پر ڪڏهن ڪڏهن، جملي ۾ هي لفظ، انڪار، صفت، نوڙت، آسيس/تمنا ۽ دُعا جو مطلب بہ ڏيکاريندو آهي. امر کي سمجهڻ لاءِ هيٺين جملن تي نظر ڪريو.

1۔ ڇوڪرا! ماٽ ڪريو.

2۔ پاڻي ڏُک تہ پيارا!

3۔ شل! سکيو رهين،
4۔ ٻار کي نہ مار!

پهرئين جملي ۾ ”ماٺ ڪر“ حڪم جي معنيٰ ڏيکاري ٿو. ٻئي جملي ۾ پاڻي پيار، منت جي معنا ڏيکاري ٿو. ٽئين جملي ۾ سکيو رهين، دعا جي معنا ڏيکاري ٿو ۽ چوٿين جملي ۾ نہ مار نفي ۽ انڪار جي معنيٰ ڏيکاري ٿو. ان ڪري چئبو تہ امر ، اهو لفظ آهي، جيڪو جملي ۾ حڪم، عرض، منت ۽ انڪار جي معنيٰ ڏيکاري.

## امر جا قسم

امر جا چار قسم آهن.

**1۔ امُر حال واحد:**

جملي ۾ ڪنهن بہ هڪ اسم يا ضمير کي، هلندڙ وقت ۾ امر ڪيل هجي.

مثال:۔ سبق پڙهہ، پئسو ڏي، هوڏانهن وڃ، ماني کاءُ، وغيره.

**2۔ امرحال جمع:**

جملي ۾ ٻن يا ٻن کان وڌيڪ اسمن يا ضميرن کي امر ڪيل هجي.

مثال:۔ سبق پڙهو پئسا ڏيو هوڏانهن وڃو ماني کائو.

ٺاهڻ جو قاعدو:

امر حال واحد پٺيان، ”او“ اچار ڪيڻ سان امر حال جمع ٺهي ٿو.

مثال: لک+ او= لکو۔ پڙهہ+ او= پڙهو۔ ڏي+ او= ڏيو۔ کاءُ+ او= کائو.

**3۔ امُر استقبال واحد:**

جملي ۾، ڪنهن بہ هڪ اسم يا ضمير کي ايندڙ وقت ۾ ڪنهن ڪم لاءِ امر ڪيل هجي.

مثال: سبق پڙهج، پئسا ڏج، هوڏانهن وڃج، ماني کائج.

### 4۔ امر استقبال جمع:

جملي ۾ ٻن يا ٻن کان وڌيڪ، اسمن يا ضميرن کي، ايندڙ وقت ۾، ڪنهن ڪم لاءِ امر ڪيل هجي.

**مثال:** سبق پڙهجو پئسا ڏجو هوڏانهن وڃجو ماني کائجو.

### ٺاهڻ جو قاعدو:

هي امر حال واحد پنيان، 'او' جو اچار ملائڻ سان ٺهي ٿو.

**مثال:**

پڙهج او= پڙهجو۔ ڏج+ او= ڏجو

وڃج+ او= وڃجو — کائج+ او= کائجو.

**نوٽ:** امر استقبال کي امر ديونيو امر نيازي ۽ امر تمنا بہ چئبو آهي، جنهن کي سمجهڻ لاءِ هيٺين چارٽ تي نظر ڪريو.

### امر استقبال واحد ٺاهڻ جو طريقو:

هي امر حال واحد پنيان اِج اچار ملائڻ سان ٺهي ٿو.

**مثال:** پڙهہ+ اج= پڙهج۔ ڏي+ اج= ڏج يا ڏيج۔ وڃ+ اِج= وڃج — کاءَ +اِج =کائج.

### امر استقبال:

| امر نفي | | امر تمنا | | امر نيازي | | امر استقبال | | امر حال | |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| جمع | واحد | جمع | واحد | جمع | واحد | جمع | واحد | جمع | واحد |
| نہ پڙهجو | نہ پڙهج | پڙهجو | پڙهجان | پڙهجو | پڙهج | پڙهجو | پُڙهج | پڙهو | پڙهہ |
| نہ وڃجو | نہ وڃج | وڃجو | وڃجائين | وڃجو | وڃج | وڃجو | وڃج | وڃو | وڃ |
| نہ ڏجو | نہ ڏج | ڏيجو | ڏجائين | ڏيجو | ڏج | ڏيجو | ڏج | ڏيو | ڏي |
| نہ کائجو | نہ کائج | کائجو | کائجائين | کائجو | کائج | کائجو | کائج | کائو | کاءُ |

## مشق

1_ امر ڇاکي چئجي؟
2_ امر حال واحد ۽ امر حال جمع ۾ ڪهڙو فرق آهي؟
3_ امر استقبال واحد جي وصف ٻڌايو؟
4_ امر استقبال جمع ڪيئن ٺهندو آهي؟
5_ هيٺين جملن مان امرحال واحد، امرحال جمع، امر استقبال واحد ۽ امر استقبال جمع چونڊيو.

1- هيڪر اچجائين پوءِ موٽي وڃجائين.
2- منهنجا ڪپڙا ڌوءِ ۽ استري ڪج.
3- پنهنجا پيڪا نہ وسار.
4- بيت نہ ڀانئج ماڻهئان، ايءَ آيتون آهين.
5- ليلائي نہ لهين تہ پڻ ليلائج.
6- الله لڳ اڏام تون موٽي محبوبن ڏي
7- وڃي ڏيج پرين کي هن پاڇي جا پيغام
8- بت منهنجو بند ۾ قيد مَ ڪريجاهہ
9- منهنجي ڳالهہ ٻڌجو ۽ ڏيان ڌرجو.
10- وساريج مَ ور ڪي ، پئج مَ، مُنڌ مري.

# فعل وارا اسم

اهي لفظ، جيڪي فعل جي پاڙ يا بنياد مان نڪرن ٿا، تن کي مشتق يا ڪردنت چيو وڃي ٿو. زمان شروع ڪرڻ کان اڳ هن جو سمجهڻ ضروري آهي ڇو تہ سڀ زمان انهن مان ئي نڪرن ٿا.

## 1_ اسم مصدر:

اسم جي معنيٰ نالو آهي. صرف شئي، جاءِ، ساهواري يا ڪنهن خاصيت ۽ حالت جو نالو نہ هوندو آهي، پر ڪنهن خاص ڪم جو نالو بہ هوندو آهي. هن کي سمجهڻ لاءِ هيٺين جملن کي غور سان پڙهو.

1_ صبح جو گهمڻ صحت لاءِ ضروري آهي.

2_ ڪڇي ۾ ننڍڙن ٻارن کي ترڻ سيکاربو آهي.

3_ ٻار کي، گهڻو مارڻ چڱو نہ آهي.

4_ هو ڳالهائڻ سکيو آهي.

مٿين جملن ۾ گهمڻ، ترڻ، مارڻ ۽ ڳالهائڻ ڪمن جا خاص نالا آهن ان ڪري اسم آهن ۽ سندن بنياد گهم، تر، مار ۽ ڳالهاءِ فعل آهن. اهوئي سبب آهي جو اهڙن لفظن کي گرامر ۾ اسم مصدر چئجي ٿو.

## 2_ ٺاهڻ جو قاعدو:

امُر حال واحد پنيان 'اڻ' آواز ۽ 'ڻ' اکر ملائڻ سان اسم مصدر ٺهي ٿو.

مثال:

گهم+ ڻ= گهمڻ_ پڙهہ+ ڻ= پڙهڻ_ ڏي+ ڻ= ڏيڻ_ وڃ+ ڻ= وڃڻ_ ڪاءُ+ ڻ= ڪائڻ.

## مشق

1_ اسم مصدر ڇاکي چئجي؟
2_ اسم مصدر ڪيئن ٺهي ٿو؟
3_ اسم مصدر جا ڪي ٻہ پنج مثال ڏيو.
4_ هيٺين جملن مان اسم مصدر چونڊيو.
1) پڙهڻ-ترڻ-تير هڻڻ چوٽين سواري
2) ننڍي هوندي نہ سکيو تہ وڏي هوندي خواري.
3) هو باغ ۾ هوا کائڻ ويو.
4) تنهنجو هلڻ منهنجي لاءِ ڪارائتو آهي.
5) منهنجي ڦُرائڻ ۾ تنهنجو هٿ آهي.
6) هي ٻارڻ تنهنجو ئي ٻاريل آهي.
7) لغڙ اڏارڻ جو ڪائتو ڪم آهي.
8) ملھ وڙهڻ سنڌ جي ثقافت آهي.
9) شام جو ڪيڏڻ چڱو آهي.

# فعل جو اسم وارو ڪارج

اهڙي قسم جا لفظ، جنجو بنياد فعل هجي پر جملي ۾، اسم يا صفت ٿي ڪم اچن، تن کي اسم فعل يا فعل جو اسم وارو ڪارج چئبو آهي.

مثال:

1- ايندو سيڪو ڏسي، ويندو ڪوبہ نہ ڏسي.

2- لهندڙ سج، وڌندڙ پاڇا.

مٿين جملن ۾، پهرئين سٽ ۾ ايندو ۽ ويندو الفاظ، بنياد فعل اچ ۽ وڃ مان نڪتل آهن پر هت اسم ٿي ڪم آيل آهن، ان ڪري اهي الفاظ اسم فعل آهن.

ٻي سٽ ۾ لهندڙ ۽ وڌندڙ بنيادي فعل لَهہ ۽ وَڌُ مان نڪتل آهن، پر هت صفت ٿي ڪم آيا آهن ان ڪري اسم فعل آهن.

## اسم فعل جا قسم:

اسم فعل جا 4 قسم آهن.

### (الف) اسم فاعل:

فعل جي اها صورت، جيڪا فاعل جو مفهوم ظاهر ڪري. اهو لفظ جملي ۾ اسم ۽ صفت ٿي ڪم ايندو آهي.

مثال:

لکندڙ انگ ايئن ئي لکبو.

هلڻهارا هليا ئي ويندا.

ڪينجهر جي هوا وڻندڙ آهي.

وهندڙ ڍور کي نہ مار.

مٿين جملن ۾ پهرئين ۽ ٻي سٽن ۾ لکندڙ لک فعل مان ۽ هلڻهارا ۽ هل فعل مان نڪتل آهن ۽ هنن جملن ۾ اسم ٿي ڪم آيا آهن ۽ فاعل جو مفهوم ظاهر ڪن ٿا، ان ڪري اهي لفظ اسم فاعل آهن.

ٽين ۽ چوٿين سٽ ۾ وڻندڙ وڻ فعل ۽ وهندڙ وهہ فعل مان نڪتل آهن ۽ هت هوا ۽ ڍور جي صفت ڪن ٿا، ان ڪري اهي لفظ اسم فاعل آهن.

## ٺاهڻ جو قاعدو:

جنهن امر حال واحد واري لفظ جي پٺيان پيش "اُ" هوندي تہ ان جي پٺيان "ندڙ" ۽ جنهن امر جي پڇاڙي واري اکر پٺيان زير "اِ" هوندي تہ ان جي پٺيان "يندڙ" ملائڻ سان اسم فاعل ٺهي ٿو.

مثال:

پڙهُ پڙهندڙ — ڏي ڏيندڙ- وَڃِ ويندڙ- ڪاءِ ڪائيندڙ- مَارِ ماريندڙ

ڪي اسم فاعل ٻي قاعدي بہ آهن.

مثال: گهورو- ٺوبو- ڳاٽو- واڍو- رهاڪو- پياڪ- ويڪائو- هيراڪ- جهيڙاڪ- وغيره.

## (ب) اسم مفعول:

اهي لفظ جن جو بنياد فعل هجي پر جملي ۾ اسم سان لاڳاپو ظاهر ڪن ۽ ڏيکارين تہ ان تي ڪو ڪم ٿيو آهي. اسم مفعول اسم فاعل وانگر ڪڏهن اسم تہ ڪڏهن صفت ٿي جملي ۾ ڪم ايندو آهي.

مثال:

1- پنهنجو لکيو تو نہ پڙهيو.
2- تنهنجو ڪٽيو گهوريو.
3- اٽيل اک ۾ دارون وجهہ
4- پڪل انب کاءُ.

مٿين جملن ۾ پهرئين ۽ ٻي سٽ ۾ لکيو ۽ ڪٽيو لک ۽ ڪٽ بنيادي فعلن مان نڪتل آهن ۽ جملن ۾ اسم ٿي ڪم آيا آهن. ٽئين ۽ چوٿين سٽن ۾ اٽيل ۽ پڪل اٽ ۽ "پچ" بنيادي فعلن مان نڪتل آهن ۽ جملن ۾ صفت ٿي ڪم آيا آهن.

**ٺاهڻ جو قاعدو:**

امر حال واحد پٺيان "يو" ۽ "يل" گڏڻ سان اسم مفعول ٺهندو آهي.

**مثال:**

پڙهه= پڙهيل-پڙهيو

لک =لکيل- لکيو

اٽ= اٽيل- اٽيو.

ڪي ٻي قاعدي اسم مفعول بہ آهن. مثال: ڀاميل- ٻڌو-لکو- پيتو-ڏاڻو-مئو- وغيره.

**(ث) اسم استقبال:**

اهي لفظ، جن جو بنياد فعل هجي. پر جملي ۾ صفت ۽ اسم ٿي ڪم اچن ۽ ڏيکارين تہ ڪم ايندڙ وقت ۾ ٿيندو.

**مثال:**

مونکي امتحان ڏيڻو آهي.

هن ڪي اڄ اچڻو آهي.

روئڻي ٻار ڪي پرچاءِ.

مارڻي ڍڳي ڪان پري ٻيهہ.

هنن جملن ۾ ڏيئو ڏي فعل مان، اچڻو اچ فعل مان نڪتل آهن پر هت اسم ٿي ڪم آيا آهن ۽ پوئين ٻن جملن ۾ رُئڻو روءَ فعل مان ۽ وڙهڻو وڙهہ فعل مان نڪتل آهن پر هت صفت ٿي ڪم آيا آهن، ان ڪري اسم استقبال جا الفاظ آهن.

**ٺاهڻ جو قاعدو:**

امر حال واحد پٺيان "ڻو" ملائڻ سان اسم استقبال ٺهي ٿو.

مثال: پڙهہ۔ پڙهڻو۔ ڏي۔ ڏيڻو— وڃ۔ وڃڻو۔ ڪاٽ۔ ڪاٽڻو وغيره.

## (د) اسم حاليہ:

اهو لفظ جنهن جو بنياد فعل وارا لفظ هجن پر جملي ۾ اسم سان لاڳو ٿي، ظاهر ڪري تہ فاعل هڪ ڪم ڪي هلندي، ٻئي ڪم ڪي بہ پورو ڪري ٿو.

**مثال:** انور ڪاٽيون ڪندو گهر آيو.

هن جملي ۾ انور فاعل هڪئي وقت بہ ڪم، ”ڪاٽيون ڪرڻ“ ۽ ”گهر اچڻ“ جا ڪري ٿو ان ڪري ڪندو اسم حاليہ آهي، جيڪو ”ڪر“ فعل جو بنيادي لفظ آهي.

## ٺاهڻ جو قاعدو:

هي امر حال واحد پنيان جي پيش ”اُ“ ڏنل هوندي تہ ”نندو“ ملائڻ سان ۽ جيڪڏهن امرحال واحد پنيان ”زير اِ هوندي تہ . ”يندو“ ملائڻ سان ٺهندو آهي.

**مثال:**

پڙهہ= پڙهندو - ڏي- ڏيندو-وڃ-ويندو.
ڪاءُ= ڪائيندو-ساڙ-ساڙيندو-ساڙيندي.

## مشق

1۔ اسم فعل ڇاکي چئجي؟
2۔ اسم فعل جا پنج مثال ڏيو؟
3۔ اسم فاعل ٺاهڻ جو طريقو ٻڌايو؟
4۔ اسم مفعول جا پنج مثال ڏيو؟
5۔ اسم استقبال ڇاکي چئجي؟
6۔ اسم حاليہ ڪيئن ٺهندو آهي.

7ـ هيٺين جملن مان اسم فعل، اسم فاعل، اسم مفعول ۽ استقبال ۽ اسم حاليہ چونڊيو.

1) وڻ سوريندي وِلها ويو تيل ٻري.
2) آءُ تو وٽان ٿيندو گهر ويندس.
3) اڄ پڙهيل لکيل ماڻهو بہ ڪونہ ٿو سمجهي.
4) سڙيل صوف ۽ داغيل انب نہ کاءُ.
5) لڌل ڇوڪر ڪنهنجو هو؟
6) نچڻو ٻار ڏس.
7) ڇرڪڻو ٻار مُرڪڻو جوان.
8) عاشق زهر پياڪ، وهہ ڏسي وهن گهڻو،
9) ڪڙي ۽ قاتل جا هميشہ هيراڪ.
10) مارينڌڙ کان بچائينڌڙ ويجهو آهي.
11) ڪتائو پٽ پيارا آهن.
12) ٿڪر آخر ٿڪڻو پوندو.
13) ڇپندي ڇٽا، ڏينيو ڏنئہ ڏار ۾.
14) سا پروڙج ڳالهڙي وڻجارن وٽان.
15) محبت سندو من ۾، ماڻڪ ٻارج مچ
16) جي ماسو مليئي مال، تہ پوڇارا پر ٽئين
17) پاڻيٺ جي پر ڪٽا وياسي وينجهار
18) وينو پني پنڻو، ڪر ميرو مٽي پاڪڙو

# اسم عطفيہ

عطفيہ عطف مان نڪتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ملائڻ يا ڳنڍڻ. جملي جا اهڙا لفظ جن جو بنياد فعل هجي پر جملي ۾ ڳنڍيندڙ هجن اهڙن لفظن کي اسم عطفيہ يا ماضي معطوفي چئجي ٿو. هيئن بہ چيو وڃي ٿو تہ فعل جي اها صورت جا ڏيکاري تہ فاعل هڪ ڪم کي پورو ڪري پوءِ ٻيو شروع ڪيو آهي.

**مثال:** ◦○○ ڇوڪر ماني کائي اسڪول ويو.

هن جملي ۾ کائي لفظ جو بنياد کاءُ فعل آهي ۽ هت ڳنڍڻ جو ڪم ڪري ٿو ان ڪري کائي اسم عطفيہ ٿيندو. عربي صرف نحو ۽ وياڪرڻن ۾ اسم عطفيہ کي ماضي معطوفي بہ چيو وڃي ٿو.

## ناهڻ جو قاعدو:

(1) جنهن امر حال واحد جي پڇاڙي ۾ پيش هوندو تہ انجي پٺيان"اِي" زير جو اچار ملائڻ سان اسم عطفيہ ٺهندو.
جيئن تہ: لِکُ لِکي- کاءُ- کائي.

(2) جنهن امرحال واحد جي پڇاڙي ۾ زير هوندي تہ انجي پٺيان اي زبر جو اچار ملائبو.
جيئن تہ: مارِ- ماري- پورِ- پوري.

(3) ڪڏهن ڪڏهن امرحال واحد پٺيان "يو" يا "يون" گڏڻ سان بہ ٺهي ٿو.
لک+ يو= لکيو يا لک+ يون= لکيون.
وَٽ+ يو= ويٽو يا وٽ+ يون= وٽيون.

ٽُڪ+ يو= ٽڪيون يا ٽڪ+ يون= ٽُڪيون.
پائي+ يو= پائيو يا پائي+ يون = پائيون. وغيره.

## مشق

1ـ اسم عطفيہ ڇا کي چئجي؟
2ـ اسم عطفيہ ٺاهڻ جو طريقو ٻڌايو؟
3ـ اسم عطفيہ جا ڪي بہ پنج مثال ڏيو.
4ـ هيٺين جملن مان اسم عطفيہ جا لفظ چونڊيو.

الف: نوڪر صفائي ڪري گهر ويو.
ب: هو پاڻي ورتيون هيڏانهن گهر ويو.
ٿ: ڪوئا اڇيو ڪپڙا ٽڪيو ڇٽ ڪيو وڃن.
ج: ڪتو ٻلي کي ماري ڀڄي ويو.
د: دري منجهارون دوست ڏٺو سون.
لالڻ ليٽڙو پائي هليو ويو.
ذ: وٺيو وڃ واٽ- ڪنڌ مَ ڦيرج ڪڏهن.

# زمان

زمان جي معنيٰ آهي، وقت يا مهل. يعني فاعل جيڪو بہ ڪم ڪري ٿو اهو ڪنهن مخصوص وقت ۾ ڪري ٿو ۽ ان ڪم جو وقت يا مهل، جيڪو لفظ ڏيکاري ان کي فعل جو زمان سڏيو وڃي ٿو.

سنڌي ٻولي ۾، بنيادي طرح فعل جا ٽي زمان آهن. پهريون مؤجوده يا هلندڙ وقت، جنهن کي زمان حال چئبو آهي. ٻيو زمان ماضي جيڪو گذريل وقت جي معنيٰ ڏيکاري ٿو. ٽيون زمان مستقبل جيڪو ايندڙ وقت جي معنيٰ ڏيکاري ٿو. اهڙي طرح مکيہ ٽي زمان آهن ۽ هر زمان جا ڌار ڌار قسم آهن. اهڙيءَ طرح تيرهن زمان آهن. هت زمانن کي سمجهائڻ لاءِ چارٽ ڏجي ٿو.

## 1 ـ زمان مضارع:

مضارع جي معنيٰ آهي ٻن جو پاڻ ۾ ڀائيوار يا شريڪ ٿيڻ. فعل جي اها صورت جا ڏيکاري تہ، فاعل ڪنهن ڪم کي هلندڙ يا ايندڙ وقت ۾ ڪرڻ جي اميد ڏيکاري ٿو.

مثال: مان پڙهان ـ مان ڏيان ـ مان وڃان ـ مان کايان.

## ناهڻ جو قاعدو:

زمان مضارع، امر حال واحد پنيان ”آن“ يا ”يان“ ملائڻ سان ٺهي ٿو.

**مثال:** پڙهہ + آن = پڙهان.

وڃ + آن = وڃان

ڏي + آن = ڏيان.

ڪاءُ+ يان= ڪائيان۔ ڪايان
ڪرِ+ يان= ڪرِيان. وغيره.

**زمان مضارع جو ڦيرو:**

مان پڙهان۔ اسين پڙهون۔ تون پڙهين۔توهين پڙهو۔ هو/هي پڙهي۔ اهي پڙهن.

## زمان جو چارٽ

### بنياد امر

- اسم مفعول
- اسم حاليه
  - زمان مستقبل
  - زمان ماضي مدامي
  - زمان حال مدامي
  - زمان مستقبل استمراري
  - زمان مستقبل
- مضارع
  - ماضي شرطيه
  - زمان حال استمراري
  - زمان حال
- ماضي استمراري
- ماضي مشڪي
- ماضي بعيد
- ماضي قريب
- ماضي مطلق

# زمان حال

زمان حال کي سمجهڻ لاءِ هينيان جملا غور سان پڙهو.
(1) مان سبق پڙهان ٿو. (2) اشفاق خيرات ڏي ٿو.
(3) زينت اسڪول وڃي ٿي. (4) الطاف ماني کائي ٿو.

هنن جملن کي پڙهڻ سان، خبر پوندي تہ مان ضمير سبق پڙهڻ جو ڪم، اشفاق خيرات ڏيڻ جو ڪم، زينت اسڪول وڃڻ جو ڪم ۽ الطاف ماني کائڻ جو ڪم هلندڙ ۾ وقت ڪن ٿا. ان ڪري پڙهان ٿو. ڏي ٿو وڃي ٿي ۽ کائي ٿو فعلن جو زمان، زمان حال ٿيندو. يعني هلندڙ وقت جو ڪم. ان ڪري چئبو تہ فعل جي اها صورت، جا ڏيکاري تہ فاعل ڪو ڪم هلندڙ وقت ۾ ڪري ٿو تہ ان کي زمان حال چئبو آهي.

## ٺاهڻ جو قاعدو:

زمان حال ٺاهڻ لاءِ زمان مضارع پنيان ٿو يا ٿي ملائڻو آهي.

مثال: پڙهان + ٿو = پڙهان ٿو.
ڏي + ٿو = ڏيان ٿو/ڏي ٿو.
وڃ/وڃي + ٿي = وڃي ٿي/وڃان ٿو.
کاءُ/ کائي + ٿي = کائي ٿي/ کايان ٿو.

## زمان حال جو ڦيرو:

مان پڙهان ٿو- اسين پڙهو ٿا. تون پڙهين ٿو. توهين پڙهو ٿا. هي پڙهي ٿو. هو پڙهي ٿو. هي پڙهي ٿي. هوءَ پڙهي ٿي. اهي پڙهن ٿا. اهي پڙهن ٿيون.

## زمان حال جا قسم:

زمان حال جا ٻه قسم آهن.

## (الف) زمان حال استمراري:

فعل جي اها صورت جا ڏيکاري ته فاعل ڪو ڪم هلندڙ وقت ۾ جاري رکي ٿو. استمراري جي معنيٰ آهي جاري يا هلندڙ.

**مثال:** اشفاق خط لکي پيو.

هن جملي ۾، اشفاق خط لکڻ جو ڪم،هلندڙ وقت ۾ جاري رکيو ٿو اچي- ان ڪري لکي پيو فعل جو زمان، زمان حال استمراري ٿيندو.

پيو/پئي/پيا ملائڻ سان زمان حال استمراري ٺهي ٿو.

**مثال:** پڙهان+ پيو= پڙهان پيو.
وڃان+ پيو= وڃان پيو.
کايان+ پئي= کايان پئي.

## زمان حال استمراري جو ڦيرو:

مان پڙهان پيو- اسين پڙهون پيا- تون پڙهين پيو-توهين پڙهو پيا -هو پڙهي پيو-هي پڙهي پيو-هوءَ پڙهي پيئي- هيءَ پڙهي پيئي — اهي پڙهن پيا -اهي پڙهن پيون.

**نوٽ:** سنڌي ٻولي ۾ ڪڏهن ڪڏهن زمان حال استمراري پيو پئي يا پيا بدران هن صورت ۾ به استعمال ٿيندو آهي.

مان پڙهي رهيو آهيان- اسين پڙهي رهيا آهيون.
تون پڙهي رهيو آهين - توهين پڙهي رهيا آهيو.
هو پڙهي رهيو آهي - هي پڙهي رهيو آهي.
هوءَ پڙهي رهي آهي - اِهي پڙهي رهيون آهن.
اُهي پڙهي رهيا آهن - اُهي پڙهي رهيون آهن.

## (ب) زمان حال مدامي:

مدام جي معنيٰ آهي هميشه يا سدائين. فعل جي اها صورت جا ڏيکاري ته فاعل ڪو ڪم هميشه يا سدائين، ڪندو رهي ٿو.

**مثال:** مان پڙهندو آهيان- اشفاق لکندو آهي.

هنن جملن مان ظاهر ٿئي ٿو تہ فاعل پڙهڻ ۽ لکڻ جو ڪم سدائين ڪندو رهي ٿو ان ڪري پڙهندو آهيان ۽ لکندو آهي جي فعلن جو زمان ”زمان حال مدامي“ آهي.

## ٺاهڻ جو قاعدو:

هي اسم حاليہ پنيان آهي، آهيان، آهيون ملائڻ سان ٺهي ٿو.

**مثال:** پڙهندو + آهيان = پڙهندو آهيان
ڏيندو + آهي = ڏيندو آهي.
ويندا + آهيون = ويندا آهيون.
ڪائيندي + آهي = ڪائيندي آهي.

## زمان حال مدامي جو ڦيرو:

مان پڙهندو آهيان- اسين پڙهندا آهيون-تون پڙهندو آهين- توهين پڙهندا آهيو- هي پڙهندو آهي- هو پڙهندو آهي- هي پڙهندي آهي-هوءَ پڙهندي آهي-اهي پڙهندا آهن-اُهي پڙهنديون آهن.

## (ث) زمان حال متشڪي:

متشڪي شڪ يا گمان مان نڪتل آهي. فعل جي اها صورت جا ڏيکاري تہ فاعل پنهنجي موجوده وقت ۾ ڪيل ڪم ۾، شڪ يا گمان ڏيکاري ٿو.

**مثال:** اشفاق پڙهندو هوندو-
مان خيرات ڏيندو هوندس-

مٿين جملن ۾ اشفاق فاعل جي پڙهڻ واري ڪم ۾ ۽ فاعل مان ضمير جي خيرات ڏيڻ واري ڪم ۾ شڪ ڏيکاريل آهي، ان ڪري پڙهندو ۽ ڏيندو هوندس فعل جا زمان، زمان حال متشڪي ٿيندا.

## ناھڻ جو قاعدو:

ھي زمان، اسم حاليہ پٺيان ھوندو، ھوندس، ھونداسين يا زمان مضارع جو ھجان ملائڻ سان ٺھي ٿو.

مثال: پڙھندو + ھوندس = پڙھندو ھوندس
ڏيندو + ھجان = ڏيندو ھجان. وغيره.

## زمان حال متشڪي جو ڦيرو:

مان پڙھندو ھوندس- اسين پڙھندا ھونداسين- تون پڙھندو ھوندين-توھين پڙھندا ھوندا - ھي پڙھندو ھوندو- ھو پڙھندو ھوندو- ھي پڙھندي ھوندي- ھوءَ پڙھندي ھوندي-اُھي پڙھندا ھوندا-اُھي پڙھنديون ھونديون.

مثال: مان پڙھندو ھجان-
اسين پڙھندا ھجون-
تون پڙھندو ھجين-
توھين پڙھندا ھجو-
ھي پڙھندو ھجي-
ھو پڙھندو ھجي-
ھيءَ پڙھندي ھجي-
ھوءَ پڙھندي ھجي-
اُھي پڙھندا ھجن-
اُھي پڙھنديون ھجن.

# زمان ماضي

ماضي جي معنيٰ آهي گذريل وقت. هي زمان ڪنهن گذري ويل وقت ۾ ڪيل ڪم جي معنيٰ ڏيکاريندو آهي.

مثال: مون خط لکيو.
مون خط لکيو آهي.
مون خط لکيو هو.
مون خط لکيو پئي.
مون خط لکيو هوندو. وغيره.

## زمان ماضي جا قسم:

زمان ماضي جا اٺ قسم آهن.

## (الف) زمان ماضي مطلق:

فعل جي اها صورت، جا ڏيکاري ته فاعل ڪو ڪم گذريل وقت ۾ ڪيو. مطلق جي معنيٰ به آهي بنهه گذريل وقت.

مثال: مون سبق پڙهيو - اشفاق گهر ويو. وغيره.

## ناهڻ جو قاعدو:

هي امر حال واحد پٺيان "يو" ۽ "يا" ملائڻ سان نهي ٿو.

مثال: پڙهه + يو = پڙهيو-
وڃ + يو = ويو-
ڏي + يو = ڏيو/ڏنو-
ڪاءُ + يو = ڪايو. وغيره.

## زمان ماضي جو ڦيرو:

مان پڙهيو۔ اسين /اسان پڙهيو۔ تو/تون پڙهيو. توهين پڙهيو— هي پڙهيو۔ هُن پڙهيو۔هن (مونث) پڙهيو۔ هُنن پڙهيو۔ هِنن (مونث) پڙهيو.

## (ب) زمان ماضي استمراري:

استمراري جي معنيٰ آهي هلندڙ يا جاري. فعل جي اها صورت جا ڏيکاري تہ فاعل ڪنهن ڪم ڪي گذريل وقت دير تائين جاري رکيو آهي.

**مثال:** مون سبق پڙهيو پئي- مون خط لکيو ٿي.

اتر ۾ ڪڏهن ڪڏهن ٿو پيو بہ ڪم آڻبو آهي، مثال مون خط لکيو ٿي پئي.

## ناهڻ جو قاعدو:

هي زمان اسم مفعول پنيان پئي، پيو ۽ پيا. ملائڻ سان ٺهندو آهي.

**مثال:** پڙهيو + پئي= پڙهيو پئي.
لکيو + پئي= لکيو پئي.
ڊوڙيو + پئي= ڊوڙيو پئي.

## زمان ماضي استمراري جو گردان:

مان پڙهيو پئي۔اسين پڙهيو پئي۔تو پڙهيو پئي۔توهين پڙهيو پئي۔هِنن پڙهيو پئي۔هُن پڙهيو پئي۔هِن پڙهيو پئي۔هُن پڙهيو پئي۔ هُنن پڙهيو پئي۔هِنن پڙهيو پئي.

ڪڏهن ڪڏهن "ويٺي" لفظ بہ استعمال ٿيندو آهي.

**مثال:** مان پڙهيو ويٺي.
اسين پڙهيو ويٺي.
تو پڙهيو ويٺي.
توهين پڙهيو ويٺي.
هُن پڙهيو ويٺي.

هُن پڙهيو ويني.
هُن پڙهيو ويني.
هُنن پڙهيو ويني.
هِنن پڙهيو ويني.

## (ث) زمان ماضي مدامي:

مُدام, معنيٰ هميشه- روزانو-فعل جي اها صورت جا ڏيکاري ته, فاعل ڪو ڪم, گذريل وقت ۾ هميشه يا روزانو ڪندو هو.

**مثال:** ○○○ مان سبق پڙهندو هوس-هو لکندو هو.

هي زمان, عادت, رواج ۽ قانون جي معنيٰ به ڏيکاريندو آهي.

**مثال:** ○○○ اڳي جيڪو چوري ڪندو هو, ان جا هٿ وڍيندا هئا.

هن جملي ۾ ڪندو هو ۽ ويندا هئا زمان ماضي مدامي جا لَفظ آهن.

## ناهڻ جو قاعدو:

هي زمان اسم حاليه پٺيان هو, هوس يا هيس گڏڻ سان ٺهي ٿو.

**مثال:** ○○○ لکندو + هو = لکندو هو.
پڙهندو + هوس = پڙهندو هوس.
پچائيندي + هيس = پچائيندي هيس.

## زمان ماضي مدامي جو ڦيرو:

مان پڙهندو هوس- اسين پڙهندا هئاسين- تون پڙهندو هئين- توهين پڙهندا هئا- هيءَ پڙهندو هو- هيءَ پڙهندي هئي- هو پڙهندو هو- هوءَ پڙهندي هئي- اُهي پڙهندا هئا -اِهي پڙهنديون هيون.

## (ج) زمان ماضي قريب:

قريب معنيٰ ويجهو- فعل جي اها صورت جا ڏيکاري ته فاعل کي گذريل وقت ۾, ڪو ڪم پورو ڪئي ٿورو وقت ٿيو آهي.

**مثال:** ○○○ مون خط لکيو آهي.
زينت ماني پچائي آهي.

## ناهڻ جو قاعدو:

هي زمان اسم مفعول پٺيان ”آهي“ گڏڻ سان ٺهندو آهي.

مثال: پڙهيو + آهي = پڙهيو آهي.
لکيو + آهي = لکيو آهي.
ڊوڙيو + آهي = ڊوڙيو آهي. وغيره.

## زمان ماضي قريب جو گردان:

مان لکيو آهي ـ اسين لکيو آهي ـ تو لکيو آهي ـ توهين لکيو آهي ـ هِن لکيو آهي ـ هُن لکيو آهي ـ هِنن لکيو آهي ـ هُنن لکيو آهي.

## (د) زمان ماضي بعيد:

بعد معنيٰ پوءِ. ۽ بعيد معنيٰ پري يعني فعل جي اها صورت، جا ڏيکاري تہ فاعل ڪي، گذريل وقت ۾، ڪو ڪم پورو ڪئي، گھڻو عرصو ٿيو آهي.

مثال: مون خط لکيو هو.
زينت ماني پچائي هئي.

## ناهڻ جو قاعدو:

ماضي بعيد، اسم مفعول پٺيان ”هو“ يا ”هوس“ يا ”هئا“ ملائڻ سان ٺهي ٿو.

مثال: پڙهيو + هو = پڙهيو هو.
لکيو + هوس = لکيو هوس
ڪيڏيا + هئا = ڪيڏيا هئا.

## زمان ماضي بعيد جو ڦيرو:

مون لکيو هو ـ اسين لکيو هو ـ تو لکيو هو ـ توهين لکيو هو ـ هُن لکيو هو ـ هِن لکيو هو ـ هُنن (مونث) لکيو هو ـ هِنن لکيو هو.

## (ح) زمان ماضي متشڪي:

متشڪي، شڪ مان نڪتل آهي. يعني جنهن ۾ جملي ۾ پڪ نہ هجي. فعل جي اها صورت، جا ڏيکاري تہ ، فاعل جي گذريل وقت ۾ ڪنهن بہ ڪيل ڪم ۾ شڪ آهي.

مثال: اشفاق خط لکيو هوندو.
زينت ماني پچائي هوندي.
الطاف ڪراچي ويو هجي.

**ناهڻ جو قاعدو:**

هي زمان، اسم مفعول پٺيان هوندو يا هجي گڏڻ سان ٺهي ٿو.

مثال: پڙهيو + هوندو = پڙهيو هوندو
لکيو + هجي = لکيو هجي
ڪيڏيو + هوندو = ڪيڏيو هوندو.

## زمان ماضي متشڪي جو ڦيرو:

مون لکيو هوندو-اسين لکيو هوندو-تو لکيو هوندو-توهين لکيو هوندو-هُن لکيو هوندو- هِن لکيو هوندُو-هِنن (مونث) لکيو هوندو- هُن (مونث) لکيو هوندو-هنن لکيو هوندو-هُنن (مونث) لکيو هوندو. مؤنث ۾ گهٽو ڪري هونديس ڪم ايندو آهي.

مثال: مان ڊوڙي هونديس.

## (خ) زمان ماضي شرطيہ:

شرطيہ معنيٰ شرط وارو. يعني فعل جي اها صورت جا ڏيکاري تہ فاعل گذريل وقت ۾ ڪنهن ڪم ڪي پوري ڪرڻ ۾ شرط رکيو هو.

مثال: مان اسڪول وڃان ها جي ڪليل هجي ها.

يعني مان فاعل اسڪول وڃڻ جو ڪم تڏهن ڪري ها جڏهن اسڪول کلڻ وارو شرط پورو ٿيل هجي ها.

## ٺاهڻ جو قاعدو:

زمان ماضي شرطيہ زمان مضارع پٺيان "ها" لفظ گڏڻ سان ٺهي ٿو.

مثال: لکان+ ها = لکان ها
وڃان+ ها = وڃان ها
ڪيڏان+ ها= ڪيڏان ها.

## ماضي شرطيہ جو ڦيرو

مان لکان ها-اسين لکون ها-تون لکين ها-توهين لکو ها- هو لکي ها-هي لکي ها-هوءَ (مونث) لکي ها-هيءَ (مؤنث) لکي ها-اهي لکن ها-اُهي (مونث) لکن ها.

# زمان مستقبل

مستقبل قبل لفظ مان نڪتل، آهي جنهن جي معنيٰ آهي اڳيان. مستقبل جو بہ مطلب آهي ايندڙ يا آئينده وقت. فعل جي اها صورت جا ڏيکاري تہ فاعل ڪو ڪم ايندڙ وقت ۾ ڪندو.

**مثال:** مان خط لکندس.

هن جملي ۾ مان فاعل خط لکڻ جو ڪم ايندڙ وقت ۾ ڪندو ان ڪري، لکندس فعل جو زمان مستقبل آهي.

## ٺاهڻ جو قاعدو:

زمان مستقبل اسم حاليہ پٺيان مختلف نشانين ملائڻ سان ٺهي ٿو. جن جي وضاحت هن ريت آهي.

لکندو+ سُ = لکندس

لکندي+ سَ = لکنديس (مونث)

لکنديون+ سين= لکنديوسين

لکندا+ سين = لکنداسين.

## زمان مستقبل جو ڦيرو:

| | | |
|---|---|---|
| مان لکندس | ـ | اسين لکنداسين. |
| تون لکندين | ـ | توهين لکندا. |
| هو لکندو | ـ | هوءَ لکندي. |
| هي لکندو | ـ | هي لکندي. |
| اهي لکندا | ـ | اِهي لکنديون. |

## (الف) زمان مستقبل استمراري:

استمراري معنيٰ جاري. فعل جي اها صورت ، جا ڏيکاري تہ فاعل ڪو ڪم ايندڙ وقت ۾ گهڻي وقت تائين جاري رکندو.

**مثال:** مان خط لکنديس پيو.

هن جملي ۾ مان فاعل خط لکڻ جو ڪم ايندڙ وقت ۾ گهڻي دير تائين جاري رکڻ جي معنيٰ ڏيکاري ٿو. ان ڪري لکندس پيو فعل جو زمان، زمان مستقبل استمراري ٿيندو.

### ناهڻ جو قاعدو:

هي زمان، زمان مستقبل پنيان پيو، پئي ۽ پيا گڏڻ سان ٺهندو آهي.

**مثال:** لکندس+ پيو = لکندس پيو.

لکنديس+ پئي = لکنديس پئي.

لکنداسين+ پيا = لکنداسين پيا.

### زمان مستقبل استمراري جو ڦيرو:

| | | |
|---|---|---|
| مان لکندس پيو | - | اسين لکنداسين پيا. |
| تون لکندين پيو | - | توهين لکندا پيا. |
| هو لکندو پيو | - | هوءَ لکندي پيئي. |
| هي لکندو پيو | - | هيءَ لکندي پيئي. |
| اُهي لکندا پيا | - | اِهي لکنديون پيون. |

## مشق

1ـ زمان مضارع ڇاکي چئجي؟
2ـ زمان حال جا قسم ٻڌايو؟
3ـ زمان حال متشڪي ڪيئن ٺهي ٿو؟
4ـ زمان ماضي مطلق جي وصف ٻڌايو؟
5ـ زمان ماضي مدامي ڪيئن ٺهندو آهي؟

6ـ زمان ماضي قريب ۽ زمان ماضي بعيد ۾ ڪهڙو فرق آهي؟
7ـ زمان ماضي شرطيہ ۽ زمان ماضي متشڪي ڪيئن ٺهندا آهن؟
8ـ زمان مستقبل استمراري مثالن سان سمجهايو؟
9ـ هيٺين ڏنل ٽڪرن ۽ شعرن مان فعل چونڊي انهن جا زمان ٻڌايو؟

1) ٽيون سبب بادشاهي جي بربادي جو هي آهي، قوم ۽ ملڪ مان بهادري جون وصفون نڪري وينديون. جهنگ جهر ۾ قسمين قسمين سختين سهڻ جي طاقت قوم ۾ ڪانہ رهندي. عيش ۽ آرام ملڪ کي مردار بنائي ڇڏيندو. جنهن ڪري اندرئي اندر،حڪومت جون پاڙون پيون پٽبيون ۽ لاچار سرڪار کي پاڻ سنڀالڻ لاءِ سرڪش قومن مان ڀرتي ڪري لشڪر ۽ فوج رکڻي پوندي ۽ سرڪار اهڙي طرح پيڙجي، آخر پوري ٿي ويندي.

2) جيڪڏهن هرويرو، ڪجھ ناس ڪرڻو اٿيئي تہ اوچي ڳاٽ وارين زبردست ۽ زور آور چوٽين کي تباھ ڪجائين. ڏسو تہ سهي! ڪيئن نہ ڌرتي ماتا اسان کي ڏسي بهار بهار پيئي ٿئي.

3) ٻُڪ ٻچڙو ٿول، دانا ديوانا ڪري.“ حرام بہ حلال ٿيو پوي. ڪنهن ڪپ ڪڍيو، ڪنهن ماچيس ۽ ڪنهن وري ڪاٺي لاءِ اک ڦيرائي. ايتري ۾ نڪاءُ ٿيو. ڊوڙندا وڃون!

4) ڪٽي آهن منهنجا پٽڙا تہ آسيس ڏيان.

5) ملڪن جاملڪ گهمندو رهيو ۽ عوام جي اصلاح جا آواز مٺي ۽ عام فهم زبان ۾ آلاپيندو رهيو. اهوئي سبب آهي جو لطيف جي من موهيندڙ شاعري، هر هڪ سنڌيءَ جي دل ۾ گهر ڪري ويئي آهي.

6) اڄ ڏسو تہ ملڪ جي حالت چوڌاري ڇا ٿي ويئي آهي؟ آهي ڪا انسانيت هر هنڌ وٺ پڪڙ، ڦرمار لڳي پيئي آهي.

7) هڪ ڀيري، وتايو فقير ڪنهن پاسيري پيچري مان اڪيلي سر پئي ويو ۽ سندس بوچڻ جي پلاند ۾ هڪ ڪلدار روپيو ٻڌل هو. خيال آيس ته ، متان هن اڪيلي واٽ تي ڪو چور نه گڏجي وڃي جو نه رڳو ڪانئس روپيو ڦري پر هٽي ڦٽي به وجهي.

8) ڪچاڙو ڪَهان توکي معلوم سيڪا.

9) جي وجان وجان ڪن، سي رهي رهندا ڪيترو.

10) پڙهيو ٿا پڙهن ڪڙهن ڪين قلوب ۾.

11) هندو مومن هڪ ٿيو، ڀول نه ڪنهن ٻئي ڀُل.

12) ڪيسن ڪي خرابي رسي، گربيون گتيون گپ ۾،

13) هرگز نه مليو ٿان ڪي ڪوٿان پٿورا.

# سنڌ سلامت

## www.sindhsalamat.com

سنڌ سلامت جو مشن ۽ مقصد سنڌي ٻوليءَ جي ڊجيٽلائيزيشن ۽ پکيڙ کي وسيع ڪرڻ آهي ۽ پڻ دنيا سان گڏ سندس رفتار سان هلڻ جو سانباهو آهي، ڇو تہ تاريخ هميشہ انهن قومن جو احترام ڪيو آهي جن پنهنجي علمي سرمائي جي حفاظت ڪئي آهي. سنڌ سلامت پڻ پنهنجي ٻوليءَ جي بقاء خاطر سنڌي ٻوليءَ ۾ لکيل قيمتي ۽ ناياب ورثي کي ضايع ٿيڻ کان بچائڻ ۽ ان کي نہ رڳو محفوظ رکڻ پر پنهنجي اديبن، ليکڪن، محققن ۽ شاعرن جي علم، هنر ۽ تخليقن کي ڊيجيٽلائيز ڪندي دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ موجود سنڌين تائين مفت ۾ آسانيءَ سان پهچائڻ جو عزم ڪيو آهي.
اسان جي خواهش هئي تہ سنڌي مواد تي مشتمل هڪ اهڙو ڪتاب گهر قائم ڪجي جتي هر موضوع تي مشتمل ڪتاب موجود ملن. ڪتابن کي ڳولڻ ۽ ڊائونلوڊ ڪرڻ آسان هجي ۽ اينڊرائيڊ سميت آئي فون يا ونڊوز آپريٽنگ سسٽم سميت هر قسم جي ڊوائيس تي آساني سان آن لائين پڻ پڙهي سگهجي.
۽ اهو سڀ "سنڌ سلامت ڪتاب گهر" ذريعي ئي ممڪن ٿي سگهيو. اميد تہ سنڌ سلامت ڪتاب گهر ذريعي سموري دنيا ۾ موجود سنڌي نہ صرف ڀرپور لاڀ حاصل ڪندا پر سنڌ سلامت ڪتاب گهر کي وڌيڪ فائديمند بنائڻ لاءِ پنهنجو ڀرپور ساٿ نڀائيندا.

books.sindhsalamat.com

**سنڌ سلامت ڪتاب گهر جي اينڊرائيڊ اپليڪيشن پلي اسٽور جي هن لنڪ تان ڊائونلوڊ ڪريو:**

https://play.google.com/store/apps/details?id=com.sindhsalamat.book